# سنڌياڻي عالمي سوشل فورم بمبئي ڪانفرنس ۾

○ زاهده شيخ

W ته هو پروگرام کان مهينن ٽن بن SFبمبي ۾ شرڪت لاءِ انڊيا وڃبو. پر پڪو پروگرام ڪو نه ٿي نهيو. ڪجهه خرچ پکي جو مسئلو هو ته ڪجهه روايتي سستي، پر جڏهن رمضان جي مهيني ۾ عورتن جي تنظيم اثر (ASR) جي شازيه لاهور مان فون ڪري چيو ته اسان سنڌياڻي تحريڪ جي پنجن ڀينرن کي A S Rطرفان انڊيا وٺي وڃڻ گهرون ٿيون. تنهنڪري ٻن ڏينهن اندر ڪن اهڙين ميمبر ڀينرن جا نالا ڏيو. جن جا پاسپورٽ ٺهيل هجن (يعني چونڊ جو اختيار اسان کي نه پاسپورٽ کي هو) تڏهن مون کي جن ڀينرن جي باري ۾ ٿورو به اندازو هو ته ٿي سگهي ٿو ته هن جو پاسپورٽ نهيل هجي، تنهن سان رابطو ڪيو پر هيڏي ساري سنڌياڻي تحريڪ مان وڏي مشڪل سان اهڙيون پنج ڀينرون ٽري اچي بيٺيون، جن جا پاسپورٽ نهيل هئا. اسان کي خبر پئي ته نوان پاسپورٽ نهڻ ۾ مهينو ڪن لڳيو وڃي. هونئن به اسان جو پاسپورٽ آفيس سان اينڊو گهٽو واسطو ڪو نه رهيو آهي، جو اصل حقيقت معلوم هجي ته نوان پاسپورٽ هفتي اندر به نهي سگهن ٿا.... خير اسان پنجن ڀينرن 1) مريم پليجو 2) نظير قريشي 3) شمع پٽي 4) شهناز پليجو ۽ 5) زاهده شيخ Particularsڏياري موڪليا ۽ ويزا لاءِ بيچيني نه پر بي فڪري سان انتظار ڪرڻ لڳيون سين. ڇو ته اهو مٿي جو سور اسان جو نه پر ASRوارن جو هو. رمضان جي عيد کان هڪ ڏينهن اڳ جڏهن عيد جون موڪلون شروع ٿيون ته ان ڏينهن ASRطرفان وري فون آئي ته هڪ ڏينهن اندر وڌيڪ ٻن ڀينرن جا نالا موڪليو. سو شناختي ڪارڊن کان محروم عورتن جي ديس ۾ وڌيڪ ٻه پاسپورٽ هولڊر عورتون ڳولهڻ ۾ ڪامياب وياسون. ڪڏهن ائين ٿيندو آ ته ماڻهو گهڻا هوندا آهن ۽ سيٽون ٿوريون هونديون آهن، تنهن ڪري چونڊ ۾ ڏاڍي احتياط کان ڪم وٺڻو پوندو آهي پر هن ڀيري اسان کي اها عياشي هئي ته ان قسم جو احتياط ڪرڻ جي پريشاني ڪا نه هئي. حالانڪ مان سمجهان ٿي ته ان قسم جي پريشاني ضرور هجڻ گهرجي ۽ سنڌياڻي تحريڪ جي گهٽي کان گهٽين ڀينرن کي پاسپورٽ نهرائي ڇڏڻ گهرجي ته جيئن آئنده ڪو اهڙو موقعو اچي ته مختلف ڀينرون ان جو فائدو وٺي سگهن. منهنجو به پهريون پاسپورٽ 1986ع کان نهيل هو ۽ 2004ع ۾ ئي ٻاهر انڊيا وڃڻ ٿيون.

هڪڙي طرف اسين هيوسين جن کي ASRجي خرچ تي انڊيا وڃڻو هو. ٻي پاسي اهي هئا جن کي ذاتي خرچ تي PSFپاڪستان سوشل فورم) وارن سان گڏ وڃڻو هو ته وري ٽئين پاسي پليجو صاحب هو. جنهن کي وڃڻو ته PSFوارن سان هو پر ذاتي خرچ تي نه ۽ سڀ انڊين ايمبيسي وارن جي رحم ڪرم تي هئاسون.

الاهي ماڻهن کي هٿن جون لڪيرون ڏيکارڻ جو ڏاڍو شوق هوندو آهي. ڪي رڳو مزي وٺڻ لاءِ ڏيکاريندا آهن ته ڪن جو هٿ جي لڪيرن تي وڏو اعتبار هوندو آهي. منهنجو ان سلسلي ۾ اعتبار ته ائين آهي جيئن مٿل مانهو جي هٿ تي زندگيءَ جي ڏکيي لڪير. پر شوق مڙئي هوندو آ هٿ ڏيکارڻ جو. سو هڪڙي خدا جي بندي مارئي هاسٽل جي لان ۾ ويهي ڇوڪرين جا هٿ ڏسندي منهنجي هٿ تي پهچندي منهنجي قسمت جي باري ۾ به اهم انڪشاف ڪيا هئا. هڪ ته آئون تمام گهڻي دولت مند ٿيندس ۽ سخي بابا بڻجي دولت ورهائيندس. خير مون ته ان مهل ئي اتي موجود سڀني ڇوڪرين کي چٽي ڇڏيو هو ته جڏهن مان دولت ورهائيندم تڏهن توهان مون کان بلڪل به نه وسرندؤ. توڙي جو هاڻي مون کي ياد ناهي ته اتي ڪهڙيون ڇوڪريون موجود هيون. باقي اهو ٻڌائڻ هرويرو ضروري ڪونهي ته آئون دولت مند ٿي آهيان يا نه.. ان خدا جي بنديءَ منهنجي قسمت جي بار ۾ جيڪو ٻيو اهم انڪشاف ڪيو هو سو اهو هو ته منهنجي هٿ ۾ ملڪ کان باهر وڃڻ جي لڪير آهي ئي ڪو نه. 1986ع کان نهيل ۽ وري new -Reٿيل پاسپورٽ جي 18 سال بيڪار زندگيءَ مون ۾ ۽ منهنجي ڀيڻ خالده ۾ اهو خيال ضرور پيدا ڪيو هو ته واقعي به شايد آئون ڪڏهن به ملڪي سرحد ڪراس ڪري نه سگهان. سو جڏهن منهنجي ڀيڻ کي خبر پئي ته ٻين ڇهن ڀينرن سان گڏ مون به پنهنجو پاسپورٽ ويزا لاءِ انڊين ايمبيسي موڪليو آهي ته چرچي طور چيائين "هاڻي ته هٿن ڇهن کي به ويزا ڪونه ملندي." ان چرچي مون ۾ ڏاڍي خواهش پيدا ڪئي ته گهٽ هڪ دفعو ملڪ کان باهر ضرور وڃجي ته جيئن لڪير کي به ڪا خبر پوي.

بمبئي ۾ WSFجو پروگرام 16 جنوري 2004ع کان 21 جنوري 2004ع تائين رکيل هو ۽ اسان کي ويزا ملڻ جي صورت ۾ لاهور کان واگها بارڊر ڪراس ڪري بمبئي پهچڻو هو. جنهن ۾ اسانکي ٻه ڏينهن ۽ ٻه راتيون سفر ڪرڻو هو. هوڏانهن ويزا جو ڪو اتو پتو ئي ڪو نه هو. نيٺ آخر 8 جنوري تي لاهور مان فون آئي ته اسان کي آخري ڏينهن کان اڳ خبر نه پئجي سگهندي ته ڪنهن کي ويزا ملي ٿي، ڪنهن کي نه. تنهن ڪري توهان ست ئي ڄڻيون 11 تاريخ تائين لاهور پهچو. پوءِ جن جي ويزا لڳي اهي انڊيا وينديون. باقي جن جون نه لڳيون، اهي پنهنجي ئي وطن اندر ويڙهيڇن جي وچ ۾ هونديون.

PSFسان گڏ وڃڻ وارن جو ته اڳيئي 11 جنوري، تي لاهور پهچڻ جو پروگرام هو. ڇاڪاڻ جو اتي PSFطرفان الحمرا هالز ۾ ٻن ڏينهن جو پروگرام رکيل هو. جنهن ۾ مختلف موضوعن تي سيمينار ۽ ڪلچرل پروگرام رکيل هئا. سنڌ طرفان پاڻي جو ڪيس رکڻ لاءِ هڪڙي سيمينار ۾ پليجي صاحب کي به ڳالهائڻو هو پر ناچاڪائي ۽ ٻين مصروفيتن ڪري پليجو صاحب نه وڃي سگهيو هو ۽ تنهنڪري سندن بدران ابرار صاحب کي شريڪ ٿي پاڻي جو ڪيس پيش ڪرڻو هو. سنڌياڻي تحريڪ جي ثقافتي گروپ کي ٽيبلا پيش ڪري ۽ حنيف سارنگ. وسند ٿريءَ، سجاد ڪهلو ۽ ٻين کي گيت پيش ڪرڻ ۽ اتي ٿيندڙ ڪلچرل پروگرام ۾ حصو وٺڻو هو. سو ان پروگرام ۾ شرڪت لاءِ سنڌ مان ويندڙ سوين ماڻهن جون اڳيئي ٽرينن ۾ رزرويشن ٿيل هيون. سو اسان کي ان ڏينهن يعني 10 جنوري تي سيٽون نه ملي سگهيون. تنهنڪري اسان کي ٻئي ڏينهن 11 جنوري تي شام جو 6:15 ڪراڪرم ايڪسپريس ۾ حيدرآباد کان لاهور لاءِ روانو ٿيڻو پيو.

اسان جي روانگي کان هڪ ڏينهن اڳ لاهور ويندڙ سنڌياڻي تحريڪ جي ڀينرن جي ڪاڏي پيتي ۽ ٻين بندوبستن ۾ مصروف هجڻ ڪري آئون پنهنجي سامان جي توڙي پليجي صاحب جي سامان جي پيڪنگ ڪري ڪو نه سگهي هئم. سوچيو هو ته 11 تارخ شام جو وڃڻو آهي. سڄي ڏينهن ۾ ٻنهي جي سامان جي پيڪنگ ڪري وٺندم. پر 11 تاريخ جو صبح ٿيندي ئي پليجي صاحب جي حڪم موجب ڪورٽ جي هڪڙي ڪيس جون ڪي درخواستون ٽائيپ ڪرڻيون پيون. مٿان وري نئي مان آئي شاهده هالو مکڻ ماني جي ڪٽي ڪٽي. ٽائيپ ڪندي ڪندي ڪٽيءَ جي سڄي پليٽ هڙپ ڪري ويم. جيڪا شئي روئي پٽي ٻن گراهن جيتري مس نصيب ٿيندي آهي. ان جي سڄي ساري پليٽ کائڻ شرط مٿو ڦيرائيون کائڻ لڳو. جيئن تيئن ڪري ٽائيپ جو ڪم لاهي اٿيم ته پيٽ جي سور ڪربلائون ڪري ڇڏيون. سور اهڙو جو زندگي ۾ ڪڏهن ڪو نه پيو. ٿوري ڪهڙي. لاءِ سوچيم ته هٿ جي لڪير ميدان ماريو پئي وڃي. پر مون کي به هو مقابلو ڪرڻو سو آئون جيڪا دوائون کائڻ ته پري رهيو رڳو ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ لاءِ به تيار ناهيان هوندي. پاڻ ئي چيم ته ڊاڪٽر گهرايو. پوءِ ڇهه سيون لڳڻ کانپوءِ مس مس وڃي سور جهڪو ٿيو. سڀ ڀينرون گڏ ٿي ويون ۽ سوزوڪي به اچي وئي. تڏهن آئون وڃ پڪڙ ڪري پليجي صاحب جي سامان جي ۽ پو. پنهنجي سامان جي پيڪنگ ڪري منهن ڌوئڻ بنا سوزوڪي ۾ چڙهي ويهي رهيم. مون لاءِ بيماري ان معنيٰ ۾ فائدي واري ڳالهه بنجي وئي جو سفر دوران آئون مزي سان بي فڪر ٿي باهر ڏسندي ويهي رهيم. نقصان اهو ٿيو جو ڊاڪٽر کائڻ پيئڻ کان ذري گهٽ منع ڪري ڇڏي هئي. جنهن ڪري ٽرين ۾ کائڻ پيئڻ ۽ چانهه ڪرڻ جي عياشي کان محروم هئم. البته ڊاڪٽر جي روڪڻ باوجود چانهه پي ڇڏي جنهن جي نتيجي ۾ ٻن ڏينهن تائين چانهه ته ڇا پر ماني جا به گراهه به برداشت ڪو نه ٿي ٿيا.

لاهور اسٽيشن تي ASRوارا اسان کي وٺڻ لاءِ آيل هئا. جنهن ٽرين ۾ اسان سفر پئي ڪيو، تنهن جي ٽي پارلر ۾ ناليواري شاعره عطيه داؤد به سوار هئي. اها خبر اسان کي لاهور اسٽيشن تي پئي جو اتان گڏجي لاهور اولمپڪ هوٽل تي آياسون. جتي اسان جي رهائش جو بندوبست ٿيل هو. اولمپڪ هوٽل لاهور جي مشهور MEOڪاليج ويجهو سانده روڊ تي آهي. اسان ستن جي گروپ کي ٻه ڪمرا مليا ۽ اسان ٽن ۽ چئن جي ٻن حصن ۾ ورهائجي ڪمري ۾ سامان رکي آئون پنهنجي ڀائٽي سليم جيڪو لاهور ۾ رهندڙ آهي ۽ شمع پليجو سندس ڀيڻ مارئي جيڪا PSFوارن سان هڪ ڏينهن اڳ لاهور آيل هئي، ڏانهن فون ڪرڻ لاءِ پاسي واري PCOتي آياسون. سليم چيو ته آئون اڌ ڪلاڪ اندر ملڻ اچان ٿو ۽ مارئي ٻڌايو ته هو ان سيمينار ۾ وينل آهي. جنهن ۾ ابرار صاحب سنڌ جي پاڻي ۽ ٻين مسئلن بابت ڳالهائي رهيو آهي. لاهور پهچڻ شرط اسان جو عقل امتحان ۾ پئجي ويو. اسان کي ٿورو ٿورو شڪ ٿيو ته ASR۽ PSFوارن وچ ۾ ڪي اختلاف آهن. ڪهڙا؟ تنهن جي ته خبر ڪا نه ٿي پئي پر معاملو مڙيئي ڪجهه هو. اسان پهچڻ شرط پڇيو ته PSF

واري پروگرام ۾ هلڻ جو ڪهڙو بندوبست آهي؟ سرد مهريءَ وارو جواب مليو. "ان سان اسان جو ڪو بہ واسطو ڪونهي. جنهن کي بہ وڃڻو آهي پنهنجي ذميواري سان وڃي. پر ٻن ڪلاڪن ۾ واپس اچي. جو هتي ويزا وغيره بابت ضروري ميٽنگ آهي. هاڻي اسان کي سڄي رات جو سفر ٿيل. ٿورو ٽائيم تيار ٿيڻ لاءِ ڪيپ پيٽ پوڄا لاءِ ڪيپي. تنهن ڪانپوءِ الحمرا هال ۾ پهچجي. پنهنجن ماڻهن کي ڳولهجي ٿورو گهڻو پروگرام اٽينڊ ڪجي وري واپس اچجي ۽ ڪلاڪ فقط ٻہ. سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ ASR ۽ PSF وچ ۾ سمجهداري، سان هلجي. سو هنگامي بنيادن تي تياريءَ ۾ لڳي وياسون. تيار ٿي هوٽل مان نڪتاسين تہ ٻوڀان ASR وارن جو ڇوڪرو آيو. جنهن اسان کي گائيڊ ڪري الحمرا هال ڏانهن وينڊز بس ۾ چاڙهيو. اهڙيءَ طرح اسان ٽڪسي جي ڀرڻ پاڻ کان بچي ويونسين ۽ آرام سان PSF واري پروگرام ۾ پهچي وياسون.

مون کي حيدرآباد فون ڪري ASR وارن چيو هو تہ بمبئي ۾ اسٽال لڳائڻ لاءِ سنڌ جون روايتي ٽائيپ جون شيون سوسي، اجرڪ، کيس، چنريون وغيره وٺي اچجو. پئسا لاهور پهچڻ شرط توهان کي ادا ڪيا ويندا. ادي نظير کي انڊيا جي شاپنگ لاءِ آس پاس وارن جيڪي پئسا ڏنا هئا ۽ مون پنهنجي سموري جمع پونجي داءَ تي لڳائي ان حڪم جي بجا آوري تہ ڪئي پر هتي پهچڻ ڪانپوءِ جنهن کي چئون تہ اسان کان خريد ڪيل سامان وٺو تہ جوي اسان کي تہ خبر ناهي. مون کان حسب عادت ان مائيءَ جو نالو ئي وسري ويو، جنهن اهڙو فرمان جاري ڪيو هو. لاهور پهچندي پهچندي منهنجي تہ تقريباً نہ پر مڪمل طرح پرس خالي ٿي چڪي هئي. مون ايڏي فراخدلي ASR طرفان Re payment جي آسري تي ڏيکاري هئي. هتي اهڙا جواب ٻڌي منهنجي تہ ڪنن مان دونهان ٿي نڪتا. تنهنڪري مون بہ جيڪو ٿي سامهون آيو تنهن کان ويزا بدران پڇيو ٿي تہ اسان کان سامان ڪير وٺندو؟ سو پيون پيرون مون تان ڪليون ٿي. مون ڪين چيو تہ منهنجي پرس جهڙو حال اوهان جي پرس جو ٿئي تہ پوءِ ملاقات ڪنديونسين. PSF واري پروگرام ۾ جيئن ئي داخل ٿيوسين تہ حنيف سارنگ جو آواز "گر جنگ لازمي هي تو ڦر جنگ هي سهي" ڪنن تي پيو ۽ اسان ان آواز جي آڌار تي سنڌ ۾ تحريڪ جي پيرن وٽ پهچي ويونسين. ٻڌايائون تہ سنڌن ٽيبلن وارا اٿم رات

پيش ٿي ويا آهن. اها تہ اڳي ئي خبر هئي تہ ابرار صاحب جي پرزنٽيشن ٿي چڪي هئي. سو في الحال اسان باهر گرائونڊ تي ٽينڊز ثقافتي پروگرام يعني اسٽيج ڊراما وغيره ڏسڻ ويهي رهيوسين. ان دوران ٻين ڊرامن سان گڏ "تحريڪ نسوان" طرفان "مختاران بيبي" (جنهن جي بيگناهہ ڀاءُ کي بدلو وٺڻ جي بهاني ۾ اونچي ذات وارن پنجابي جي بي شرم بي حيا ۽ درنده صفت جرڳي فيصلو ڪري سڄي برادري جي موجودگي ۾ سانس گئنگ ريپ ڪيو هو) بابت ڊرامو پيش ڪرڻ ڪانپو. حاضرين کي رايا ڏيڻ جي دعوت ڏني نہ اپي موجود ڪن پنجابي همراهن ڏکيهون ڏکيهون تقريرون ڪري وڌيون. مون سوچيو تہ موقعي جو فائدو وٺي آئون بہ پاڪستان جي اسٽيبلشمينٽ جي شهہ تي جاگيردارن ۽ قبائلي سردارن طرفان سنڌي عورتن خلاف ڪاريل رڻ جو ذڪر ڪريان. سو اسٽيج تي چڙهي اجا مس ڪجهہ ڳالهايو تہ هڪدم مائيڪ بند ڪري ڇڏيائون. مون ان وقت ڳوڙ ڪرن مناسب ڪو نہ سمجهيو. بس ابراهيم منشي جي هڪ سٽ "مون پڪ سڃاتا پنهنجا هٿا. ڌارين سان گڏ ڌاڙي ۾" ذهن تي تري آئي. سو مات ڪري ويهي رهيم. پر اجا ويٺم ئي مس تہ هڪڙو بلوچ بزرگ ڏري ڪهٽ روئيندو هٿ ٻڌي اچي اڳيان بيٺو. جي "بهن يي لوگ هر کو اور آپ کو بولني نهين دين گي. هم سچ بولتي هين اور يي سچ برداشت نهي کر سکتي. يي صرف اپني بات بتائين گي." ٿوري دير ڪانپوءِ هڪڙو پنجابي نوجوان آيو، چيائين "مين صحافي هون. آپ ني اس بات کو پنجاب کي شائونزم تو نهين سمجها؟ مون چيس بس اس کو صرف پنجاب کي نهين بلڪ نام نهاد ترقي پسندون کي شائونزم بهي سمجهتي هون. مون کي لڳو تہ هتي منهنجو مائيڪ بند ڪري منهنجو رات تہ بند ڪيائون پر پاڻ کي خوار ڪرڻ وارو ڪم بہ ڪري ڇڏيائون. اوچتو خيال آيو تہ پلاهتي ٽينڊز کو سيمينار بہ اٽينڊ ڪري ڏسجي. ياد آيو تہ هن وقت ڪنهن هال ۾ "Agenda for social Politecal and eco- nomic change" جي موضوع تي اهو سيمينار ٿي رهيو هوندو. جنهن ۾ پليجي صاحب کي مهمان خاص طور شريڪ ٿيڻ لاءِ عابد حسين منٽو دعوت موڪلي هئي (جنهن ۾ پليجو صاحب شريڪ ڪو نہ هو) سو پڇا ڪري جيڪي پيترون سولبون هٽ آبون يعني شمع پني. روبينا پني. روزنہ زنڪيجو ۽ صبحاني ڏاهري ڳڏجي

اتي پهچي ويونسين. اسٽيج تي عابد حسين منٽو، طاهره مظهر علي، پروفيسر جميل عمر ۽ هڪ اڌ ٻيا مهمان ويٺل هئا. اڌ مني ڪلاڪ ڪانپوءِ ڪولمبس جي آمريڪا ڳولهي لهڻ وانگر ادي نظير ۽ سنڌو هاليپوٽي اسان کي ڳولهي لهي نياپو ڏنو تہ پليجي صاحب حيدرآباد مان فون ڪري چيو آهي تہ هڪدم فون تي ڳالهاءِ. سيمينار کي خيرآباد چئي پليجي صاحب سان فون تي ڳالهائي آيم. خبر پئي تہ PSF طرفان جيڪا ريلي 13 جنوري تي ٿيڻي هئي. اها نہ رڳو اڄ 12 تاريخ پر هينئر پئي شروع ٿئي. پنهنجون پيترون ۽ پائر ان ريلي ۾ ڪالاباغ ڊيم ۽ ٿل ڪئنال خلاف نعرو هڻڻ لاءِ ڏاڍا پرجوش هئا ۽ اسان جو ASR وارن سان ملڻ جو ٽائيم ٿي چڪو هو پر اسان سڀني جو فيصلو هو تہ ريلي ۾ تہ شرڪت ضرور ڪبي. باقي رهي ASR واري جنگ تہ جيڪڏهن ASR ۾ نگهت سعيد خان آهي تہ اسان سان بہ مرير پليجو آهي. سو تشويشناڪ بي فڪريءَ سان پرجوش نموني ريلي ۾ شامل ٿي ويوسين. سڄي ڳالهہ اها آهي تہ ريلي دوران اسان مان ڪنهن کي بہ ياد ڪو نہ هو تہ ڪو پويان ويزا بابت بہ خبر چار وٺڻي آهي. البتہ ريلي ڪانپوءِ جوڳي نہ ڪنهن جا مٽ. اتان ئي بس ۾ چڙهي اولمپڪ هوٽل آيوسين. هتي تہ اجا نہ ويزا جي خبر نہ اسٽال لاءِ آندل سامان وٺڻ واري ڪنهن ماڻهو جي پتو.

رات جو هوٽل جي ڊائنگ هال ۾ ماني پئي ڪاڌي تہ احمد جنهن جو فون وسيلي اسان سان رابطو هو، تنهن اچي اعلان ڪيو تہ سنڌياڻي تحريڪ جي سٽن واري گروپ مان شمع پليجو ڪانسواءِ ٻين سڀني جون ويزائون لڳيون آهن. شمع جي ويزا نہ لڳڻ جو افسوس تہ ٿيو پر سوچيو تہ شمع نہ سهي سنڌس ماءُ ادي ساران تہ هلي ٿي. جيڪڏهن اسان مان ڪنهن ٻئي جي ويزا نہ لڳي ها تہ وڌيڪ ڏک ٿئي ها. رات جو تقريباً 11 ڪن ٿيا هوندا جو اسان کي نياپو مليو تہ هوٽل ۾ قائم ASR جي آفيس ۾ اچو ۽ حيدرآباد کان لاهور جي ٽڪيٽن وغيره تي جيڪو خرچ ٿيو آ، اهو وٺي وڃو. اسان ٽڪيٽون ڏئي حساب ڪتاب ڪري پئسا وٺڻ دوران ڪين چيو تہ اسان کان اسٽال جو سامان ۽ رسيدون وٺو ۽ پئسا ڏيو. جواب ندارد هاڻي اسان جي خاص ڪري منهنجي ادي نظير جي صبر جو پيمانو لبريز ٿي ويو. ڇاڪاڻ تہ اسان ٻنهي جو سرمايو سيڙيل هو. سو ڪاوڙ تي ڪنٽرول ڪندي ڪين چيو تہ ڏسو معاملو رڳو اڄ جو ناهي. اڳيي

توهان جيءَ چوڻ تي ڪا به رسڪ ڪير ڪندو؟ هي ته توهان هميشه لاءِ پنهنجو اعتماد پيا وڃايو. پوءِ مس مس ڪين ڳالهه سمجهه ۾ آئي جو اسان کان سامان وٺي پئسا ڏنائون ۽ اسان به شير ٿي انديا گهمي آياسون.

رات جو ئي اسان کي چيائون ته صبح جو 6 وڳي تيار ٿي سامان سميت هيٺ لهي ناشتو ڪري بسن ۾ چڙهي واگها لاءِ نڪرڻو آهي. اسان ڪين شمع جي حيدرآباد واپسي جو بندوبست ڪرڻ لاءِ چيو هو. انهن واپسي جي ٽڪيٽ جا پئسا ته ڏئي ڇڏيا هئا پر ٽرين جي بڪنگ جي باري ۾ اسان کي فڪر هو ته برٿ وغيره ملنديس الائي نه. شمع کي به واپسي جي ٽڪڙ هئي پر ASRوارا خاص ڪري احمد کي اسان کان به وڌيڪ ٽڪڙ هئي. هن صبح جو ناشتي وقت ئي شمع کي چيو ته هاڻي ٿوري دير ۾ لاهور اسٽيشن کان حيدرآباد لاءِ گاڏي نڪرڻ واري آهي، تون جلدي سامان کڻي اچ ته مان رڪشا بيهاريان ٿو. شمع جي سامان کڻي اچڻ کان اڳ رڪشا جهلي بيهي رهيو. سک جو ساهه تڏهن کنيائين جڏهن شمع رواني ٿي وئي.

هاڻي وارو هو اسان جي روانگي جو-

مون هوٽل تان فون ڪري سليم کي ننڍ مان اٿاري ڪيس ٻڌايو ته اسان کي ويزا ملي وئي آهي ۽ هاڻي انديا لاءِ روانيون پيون ٿيون. سليم کي ٻڌائڻ جي معنيٰ هئي لاڙڪاڻي گهر اطلاع ڪرڻ.

طبيعت خراب هجڻ ڪري مون ٻن ڏينهن کان ماني ڪو نه کاڌي هئي ۽ ان مهل ناشتو به ڪو نه ٿي وٺيو. سو ناشتي ۾ شامل حلويي جو باڪس پري ورتم. ادي شمع جي ٿيلهي جي سائز اسان سڀني جي ٿيلهن کان ننڍي پر گهٽ سامان هجڻ ڪري خالي ٿيلهي هئي. منهنجي ٿيلهي ۾ هونئن به جاءِ گهٽ هئي. ڇاڪاڻ جو پاسپورٽ جي 18 سال ڄمار ۾ ڀريون پيرو ڪتب اچڻ جي امڪان تحت جنهن به ٿي ٻڌو ته آئون انديا پئي وڃان، تهن پنهنجا ڪپڙا ڏياري تي موڪليا. جو ڪين ڪپڙن جي باري ۾ منهنجي افعالن جي خبر هئي. ٺٽان ورڻي ايمرجنسي ۾ پئڪنگ ڪرڻ جو فائدو وٺندي مون به ڪپڙن جي ڪا به ڇانٽي ڪو نه ڪئي ۽ انديا ۾ ڪپڙن جي معاملي ۾ سنڌياڻي تحريڪ جي سڀني ڀينرن کان شاهوڪار هجڻ جو اعزاز ماڻي ورتم. منهنجي امان ڏسي ها ته ڏاڍو خوش ٿئي ها. امان کي ڪپڙن جي باري ۾ منهنجي اڏنگائي جو ڏاڍو ڏک هوندو هو. سدائين محبت ڀري انداز ۾ تنقيد ڪندي چوندي هئي "زاهده من! تون ته الائي ڪيئن ڪندين.. گهٽ ۾ گهٽ ڪپڙا ته ڍنگ جا پاءِ."

صبح جو سوا 7 وڳي واگها بارڊر طرف رواناٿياسون. اسان جي گروپ ۾ اٽڪل 100 ماڻهو مرد ۽ عورتون هئا. واگها بارڊر وٽ پهچي، بس ۾ ئي ويٺيون هيوسين ته منهنجي نظر PCOتي پيئي. لهي وڃي حيدرآباد فون ڪري پليجي صاحب کي ٻڌايم ته واگها بارڊر تان پيئي ڳالهايان. پنهنجي مخصوص اسٽائيل ۾ چيائين ته اها زيادتي آهي، اسين اتي ٿي وينا آهيون ۽ توهين انديا وڃو به پيون.

پوءِ اسان اميگريشن پراسز لاءِ پاڪستان جي اميگريشن عملي جي خدمت ۾ پيش ٿيڻ لاءِ گيٽ اندر داخل ٿياسون. گيٽ جي ٻاهران ئي سامان لاءِ 4 قلي ڪياسون. جن کي اسان ڇهن ئي ڄڻين حصا ڪري پئسا ڏنا. دراصل ادي شمع پٺي کي ته راهه خدا راهه رسول پئسا ڏيئا پيا جو سنڌس ٿيلهو ته بلڪل هلڪو هو.

سامان جي ۽ ڪاغذن جي جاچ پڙتال-

اسان کي ڪرڻو ته ڪجهه ڪو نه هو پر تقريباً 100 ماڻهن (عورتن ۽ مردن) جي جٿي جي الفابيٽڪ ترتيب مطابق جاچ پڙتال. جڏهن اسان ڇهن ئي جي چيڪنگ ٿي وڃي تنهن ڪانپوءِ گڏجي اڳتي وڌون. آئون خير سان الفابيٽ جي آخري حرف Zسان شروع ٿيندڙ نالي واري- خير گهٽ ۾ گهٽ مون لاءِ انتظار بيزار ڪندڙ ڪو نه هو. نئون تجربو پئي حاصل ٿيو. هڪڙي ملڪ کان ٻئي ملڪ وڃڻ جي عمل جو تجربو. پهريون ته حڪم ٿيو ته سڀني جا ٿلها کولي ذرو ذرو سامان چيڪ ڪبو پر پوءِ قدرت ڪرشمو ڪري وڌو ۽ ان بيزاري واري ڪم مان بچي وياسون. اسان وارن قلين مان هڪڙي قليءَ (جو ته هاڻ اسان گيٽ ٻاهر وڃي نٿي سگهياسون.) اسان کي گيٽ ٻاهران به ئي پيرا ڇانهه گهرائي ڏني جيڪا پيئڻ وارن پيتي ۽ مون جهڙا موالي ڏسندا رهيا.

اتي خبر پئي ته هتي ئي پردي پويان ڪرنسي چينج پئي ٿئي. پاڪستاني 1000 روپين عيوض انڊين 750 روپيه. خبر ته خير ڪا هئي پر بغير سوچڻ سمجهڻ جي ادي نظير کي چيم ته هلو ته اهو ڪم به ڪري ڇڏيون. واپس اچي ڀين پينرن کي ٻڌايوسين. ڀين به ڪرنسي مٽائي ته ورتي پر ڪي ڀينرون ويچاريون پريشان هجن ته هتي اسان ٺڳجي ويونسين. اڳيان وڌيڪ پئسا ملن ها. خير آهستي آهستي سڀني کي صبر اچي ته ويو پر مون پاڻ کي باعزت بري تڏهن سمجهيو جڏهن اڳتي هلي خبر پئي ته هتي پاڪستاني 1000 روپين عيوض انڊين 700 رپيه پيا ملن. اسان پاڪستان مان جيڪي قلي پاڙي تي ڪيا هئا تن کي پاڪستان جي حد ختم ٿيڻ تائين سامان کڻي هلڻو هو ۽ اتان انديا جي سرحد شروع ٿيڻ واري جاءِ تي انڊين قلين جي حوالي ڪرڻو هو. پاڪستان وارن قلين جن سڄو ڏينهن انتظار ڪيو هو تن چيڪنگ پوري ٿيندي ئي سامان کڻي وٺي ڊوڙ وڌي ۽ اسان مسڪين پنهنجي سامان جي ڏور ۾ ڇڪبيون ڊوڙنديون ڊوڙنديون وڃي انڊين حدن ۾ داخل ٿي ويوسين.

تنهن ڪري واگها بارڊر جي تقريباً هڪڙي ڪلوميٽر واري پيدل طئه ڪيل سفر واري رستي جو نه مزو وٺي سگهيونسين نه جائزو. البته انڊين حدن اندر داخل ٿيڻ ڪانپوءِ جڏهن پاڪستاني حدن تي نظر وڌي ته بلڪل ڇٽي نموني محسوس ٿيو ته اسان واري پاسي جي مقابلي ۾ انڊين سائيڊ وڌيڪ خوبصورتي سان تعمير ٿيل آهي.

خير انڊين سرحد اٽاري اندر داخل ٿيڻ مهل جيئن سڀني کي خبر آهي تيئن مون به ڏٺو ته ڊيوٽي ڏيندڙ به پاڪستاني ۽ به هندستاني سپاهي هڪ ٻئي کان صرف هڪڙي وک جيتري فاصلي تي بيٺل هئا. مون کي ڏسي حيرت ٿي ته هي سڄو ڏينهن ڪيئن هڪ ٻئي سان دشمني نڀائي سگهندا هوندا. سو پاڪستاني سپاهي جو قدرتي طرح پاڪستاني عوام ڏانهن هٺلري رويو ڏسي هندستاني سپاهي کان پڇيم ته توهان سڄو ڏينهن ايترو ويجها بيهو ٿا، پوءِ توهان جون هڪٻئي سان دوستيون ته ٿينديون هونديون. منهن ۾ گهنج وجهي چيائين "هم اپني ڊيوٽي ڪرتي هين" مون چيس ڊيوٽي پلي ڪريو پر توهان جا ڏک سور هوندا، خوشيون هونديون، بيماريون هونديون پريشانيون هونديون، ڪيئن هڪ ٻئي کي ٻڌائڻ کانسواءِ رهي سگهندا آهيو. منهن جو گهنج لهي ويس. چيائين "هان ايسا تو هوتا هي."

اڳيان جنهن مهل اسان جا پاسپورٽ پئي ڏنائون ته مون ۽ ادي شمع آسپاس جو جائزو وٺندي تصوير لاءِ سٺي جاءِ جي چونڊ ڪري اتي ڊيوٽي ڪندڙ سپاهيءَ کان فوٽو ڪڍڻ جي اجازت بابت پڇيو. فوٽو ڪڍڻ ڪانپوءِ مون ان سپاهي کان پڇيو ته توهان هندستان ۽ پاڪستان تڪرار بابت ڇا ٿا سوچيو. چيائين "يي سب آمريڪا ڪا کهيل هي. وه يي چاهتا هي نهين ڪي غريب ممالڪ ترقي ڪرين. ڪيونڪ اس ڪو پته هي ڪي اگر هندستان ۽ پاڪستان ڪي تڪرار ختم

هوئي تو يي سپر پاور بن جائينگي. بس هماري حڪمران هين جو يي نهين سمجهتي."

انڊين اميگريشن جي معاملن کان فارغ ٿي ٻاهر آياسين ته هڪڙي ڪبير نالي شخص اسان جو آڌر ڀاءُ ڪندي ٻڌايو ته هو ان ٽريول ايجنسي جو ماڻهو آهي جنهن کي ASR وارن اسان کي اٽاري باردر کان بمبئي پهچائڻ جي بندوبست لاءِ پارٽي ٿي ڪيو آهي.

اميگريشن ايريا جي ٻاهران چانهه وغيره جا ڪجهه اسٽال لڳل هئا. اسٽال وارن ٻڌايو ته هتي پاڪستاني ڪرنسي ۾ به ڪم هلي ويندو. سو اسان به پاڪستاني 5 رپيا ڏئي چانهه پيتي. اسٽال واري کان پڇيو ته پلا هتي ڪو واش روم وغيره آهي. پاسي ۾ هڪڙي هوٽل ڏانهن اشارو ڪري چيائين ته اتي آهي پر في ماڻهو 5 روپيه وٺندا. جڏهن هوٽل جي ڪائونٽر تي ويٺل شخص کي پئسا ڏنم ته چيائين "نهين جي هم پئسي نهين ليتي. ٻاهر ڪوئي همين بدنام ڪر رها هي." سوچيم ضرور اهي به ڪي خسيس قسم جا واپاري ٽڪر هوندا.

اسٽال تان چانهه وٺڻ دوران هڪڙي ڪلين شيو شخص ٻڌايو ته هو ان بس جو ڊرائيور آهي، جنهن ۾ اسان کي امرتسر وڃڻو آهي. اهو به ٻڌايائين ته امرتسر جي رنجيت (sRanjit) هوٽل ۾ اسان جي ماني جو بندوبست ٿيل آهي ۽ اتان رات جو نائين وڳي فرنٽيئر ايڪسپريس ٽرين ۾ بمبئي لاءِ روانو ٿيڻو آهي.

هوٽل تائين پهچندي امرتسر شهر جو ٿورو نظارو ٿي ويو. منهنجي خيال کان جديد ۽ قديم جو سنگم هو. هڪ طرف بنا موٽر جي سائيڪل رڪشائون جيڪي پراڻين هندوستاني فلمن ۾ ڏسندا آهيون ته ٻئي طرف ڇوڪرين اسڪوٽر پئي هلايا. جن رستن تان اسان واري بس لنگهي اهي رستا ته الاهي ڪشادا هئا. باقي بين جي خبر خدا سان گڏ انهن کي جن امرتسر گهميو هوندو.

Ranjit رنجيتس هوٽل هئي ته سٺي پر اڃا Under Constructionهئي. فرسٽ فلور تي هڪڙي وڏي هال ۾ وياسون. جتي ماني کائڻي هئي. بين ته الاهي چا ڪاڏو باقي مون پاڙ ۽ اڃا چانهور ڪاڏا. بين ليڪي مون پاڻ کي نقصان ڏنو. پر انهن کي ڪهڙي خبر ته مون لاءِ پاڙ بين ڪاڏن اڳيان ائين آهن جيئن "سون برابر سگڙا."

هوٽل تي ان ساڳئي ڪلين شيو ڊرائيور کان اتان بابت خبرون چارون ورتيون، ٻڌايائين ته پاڻ سک آهي. 1984ع ۾ سکن خلاف ٿيل آپريشن دوران جن سکن سرڪار جي سک دشمن ڪارروائين کان پاڻ بچائڻ ٿي گهريو تن پنهنجا وار ڪٽي ڇڏيا هئا. ڏک مان ٻڌايائين ته هاڻ اسان سکن ۾ عزت وارا ناهيون ۽ پاڙيا ڪري ليکيا ۽ مونا ڪري سڏيا ويندا آهيون. هوٽل جا ڪمي الاهي خوش هئا ڇون جي هندستان ۽ پاڪستان جا تعلقات نيڪ هوندا ته روزگار ورندو.

اسٽيشن تي هلڻ واسطي بس ۾ ويهڻ لاءِ چيائون ته اسين پنهنجي سيٽن تي وينيوسين. اڃا پيا ماڻهو چڙهيائي ڪو نه هئا. مون جو ٻن ڏينهن کانپوءِ ماني کاڌي هئي تنهن ڪري منهنجي جسم ۾ ايڏي ساڻائي پرجي وئي جو هڪدم ننڊ وٺي وئي. الائي ڪيتري وقت کانپوءِ جڏهن تحت السريٰ مان اڌي حور جو آواز ٻڌو. چيائين پئي "زاهده جي طبيعت نيڪ ڪونهي. ننڊ ۾ اٿس ۽ بس ۾ اڪيلي آهي، ڪيئن ڇڏي هلان." ٻين جو زور ته "هوڏانهن مزو نڳو پيو آهي. ڏانسون پيون ٿين. زاهده اڪيلي آ ته ڇاهي" پوءِ بس خاموشي- اوچتو فائرنگ جا آواز ٿيا. زور ڪري پاڻ کي نيم بيهوشيءِ مان واپس آندو. بس ۾ صفا اڪيلي هئم. بس ٻاهران نپ اونداهي. هوٽل اندران تاڙين ۽ ڳائڻ جا آواز پئي آيا. فائرن ڏانهن ڌيان ڏنو ته محسوس ٿيو هوائي فائرنگ هئي. ڇا جي ڪري هئي سا خبر تڏهن پئي جڏهن سڀ ماڻهو بس ۾ آيا. منهنجي سيٽ پرسان ويٺل سکن ٻڌايو ته اڄ اسان جو مذهبي ڏڻ آهي. تنهنڪري خوشي مان هوائي فائرنگ پيا ڪن.

اسٽيشن تي پهچي ASRوارن اسان کي لسٽ ڏئي ڇڏي ته هاڻ پنهنجن پنهنجن نالن سان بڪ ٿيل سيٽن جا نمبر ڳوليو ۽ اتي ويهو. ٽرين جي هلڻ جو ٽائيم ٿي ويو پر ڪنهن کي سيٽون سمجهه ۾ ئي نه اچن. نيٺ آخر ائين ئي ٽرين ۾ سوار ٿياسون. وڏي هڻ هٽان کانپوءِ مس مس وڃي سيٽن کي جاين مليون. ان پراسز ۾ ASR جي تقريباً 6 ورڪرن سان گڏ گلگت/چترال مان آيل ڪنهن NGOسان لاڳاپيل هڪڙا ڊاڪٽر ۽ سنڌ مان آيل فنڪار آغا ثناءُ الله وڏي محنت ڪئي. اسان 13 جنوري تي رات جو ٽرين ۾ چڙهياسون ۽ 15 تاريخ صبح جو بمبئي پهچڻا هئاسون. ٻن راتين ۽ هڪ ڏينهن جو سفر مون ته اڳيئي فيصلو ڪري ڇڏيو هو ته بيزار ناهي ٿيڻو.

رات اونداهي ڪري ٻاهر جو نظارو پسي ڪو نه سگهياسون. صبح جو ريل دهلي جي اسٽيشن تي اسٽاپ ڪيو ته پيون شيون وڪڻڻ وارن سان گڏ هڪڙي 16-15 سالن جي خوبصورت، گول ۽ ڪلڙي چهري واري ڇوڪري چڙهي. مٿي تي ڪشميري ماين وانگر رومال ويڙهيل هئس. گرم جوراب، ٽوپيون ۽ رومال پئي وڪيائين. ٻڌايومانس ته پاڪستان مان آيا آهيون. اڳيئي ڪلڙي چهري تي خوشي اچي ويس. چيائين "هماري ڪاسٽ کي لوگ بهي وهان رهتي هين." پڇيو مانس ڪهڙي شهر؟ چيائين "معلوم نهين وه يهان آتي هين، هم ڪبهي نهين گئي." ايتري ۾ گاڏي هلڻ لڳي، مرڪي چيائين "گاڙي جا رهي هي." ۽ اڪين وسيلي موڪلائي تڪڙي تڪڙي لهي وئي.

ريل جي سفر دوران ڏٺم ته نوجوان ڇوڪرا آيا پئي ۽ گاڏن ۾ ٻهارو ڏئي صفائي پئي ڪيائون. مون سمجهيو ته شايد ريل جو اسٽاف آهي. پر بعد ۾ خبر پئي ته هي شاگرد آهن ۽ پڙهائي جو خرچ ڪڍڻ لاءِ جيڪي مسافر صفائي ڪرائڻ چاهين. تن جي گاڏن جي صفائي ڪري چار پئسا ڪمائيندا آهن. غربت جو روئڻو روئي پڙهائي بند ڪري ويهي ناهن رهندا.

رستي ۾ اينڊڙ مختلف شهرن مان WSFم شرڪت لاءِ هندستاني چڙهيا. اهي اسان سان خبرون چارون ڪرڻ لاءِ ملڻ پئي آيا. انهن پنهنجا مسئلا بئي ٻڌايا ۽ اسان پنهنجا. هڪڙي هندستاني چيو "اندروني ملڪ ٻنهي ملڪن جا حال ساڳيا آهن. بس هڪڙي معاملي ۾ اسان توهان کان خوشنصيب آهيون، جو نهروءَ ملڪي معاملن ۾ فوج جي مداخلت کي سختي سان روڪي ڇڏيو ۽ توهان وٽ جمهوريت به فوج جي تابع آهي." مون چيس ته "ها ۽ ان فوج تي وري هڪڙي صوبي جي بالادستي آهي."

اسان سان گڏ دادو کان آيل صوفي فقيرن جو هڪڙو گروپ هو. ASRوارن پنهنجي پروگرامن مطابق دوران سفر انهن کان امن جي گيت "امن کي هم رکوالي سب ايڪ هين. سب ايڪ هين." جي ريهرسل پئي ڪرائي. انهن سان پنهنجا دهل ۽ هارمونيم وغيره هئا. اسان واري ٽولي کي به جوش اچي ويو. پرائي مال تي ٽوپي نراڙ تي. انهن جي دهلن ۽ هارمونيم تي "جند جڙي مال ڇڙي، تحريڪ سنڌيائين جي." وغيره ڳائڻ لڳي وينسين. بس پوءِ ته هڪڙو مزو مچي ويو. ڳائڻ وارا نظر اچن، نه اچن، آواز تي هر ڪو غش. هڪڙي ڇوڪري فيض ڳائڻ شروع ڪيو.

چا تہ آواز ھئس! ادي حور جن واپس آيون تہ مون چين "سيني فنڪارن کي اھو فنڪار ماري ويو. جنھن فيض کي ڳايو. چيائين "واقعي چوڪري جي آواز سان دنگ ھئا. اسان جا بہ وات ڦاٽي ويا." ٿوري دير ڪانپوءِ ھڪڙو 17 - 18 سالن جو چوڪرو ھڪڙي عورت سان گڏ آيو ۽ ادي حور جن سان ان عورت کي ملائي چيائين "ھي منھنجي ماءُ آھي. مون کي ان مھل خبر پئي تہ ھي اھو چوڪرو آھي جنھن سوير فيض پئي ڳايو. دھليءَ مان دوستن ۽ ماءُ پيءُ سان گڏ WSFم شرڪت لاءِ بمبئي پئي ويو.

ريل ۾ ئي ASR سان گڏ آيل بلوچستان جي گروپ گوادر جي مسئلي تي ڊرامي جي تياري پئي ڪئي. اسان سوچيو تہ اسان ھيڏيون ساريون ڇھ ڄڻيون ھلون پيون ۽ اسان طرفان ڪا بہ ڳالھ پيش نہ ٿئي، اھو مناسب ناھي. سو ASRوارن سان ڳالھايوسون. انھن چيو توھان بہ ڀلي ڪو ڊرامو پيش ڪريو. اسان کي بہ اسلامي جوش وٺي ويو. صلاح ڪري فيصلو ڪيو تہ پاڻي جو مسئلو کڻون.

مون ادي حور کي چيو "ڊرامي جو پلاٽ مان سوچي ناھي ٿي وٺان. ڊائلاگ توھان لکجو." سو ٻن ڪلاڪن اندر اسان جو ڊرامو لکجي تيار ٿي ويو. ھاڻي اداڪاري ڪير ڪري!؟ اسان سان گڏ سفر ڪندڙ سنڌي ڀائرن کي مدد لاءِ چيو. ھڪدم ھام ھنيائون. پر آھستي آھستي سندن ھام وڃي ھيناٺھين ورتي. پوءِ ھڪ ٻئي ۾ اک وڌي. نيٺ آخر ادي نظير، ادي حور، ادي شمع ۽ مون ڊائلاگ ورھائي کنيا. ياد ڪرڻ/رٽو لڳائڻ ۾ سڀ ھڪبڪي ڪان ڇٽ. سو اسان ڄڻ ھٿ وٺي پنھنجو سڪون برباد ڪري ڇڏيو. سڄو وقت ڊائيلاگ ياد ڪرڻ جو فڪر. ڊائلاگ ياد ڪرڻ تي ايڏو وقت ڪو نہ ٿي سيڙايو جيڏو ڊائيلاگ ياد ڪرڻ جي فڪر تي پئي سيڙايو. ASRوارن بہ شايد اسان جي حالت سمجھي ورتي ھئي. سو ايندي ويندي پئي پڇيائون تہ "آپ کا ڈراما تيار ھوگيا؟" اسان پڻ ڪان تہ متان موقعو وڃائي ويھون. وڏي مان ۽ شان سان ورندي پئي ڏني تہ "ھان ھوگيا ھي."

**14 تاريخ تي دھلي اسٽيشن ڪراس ڪرڻ کان ڪافي پوءِ ASRوارن اسان سيني مان ھر ھڪ کي 1500 روپيا (انڊين) ڏئي چيو تہ 24 تاريخ واپس لاھور پھچڻ تائين صبح جو ناشتي ڪانسواءِ بيو سڄو خرچ توھان کي پاڻ انھن 1500 روپين مان ڪرڻو آھي.** ڳالھ تہ ڳري ھئي پر مني بہ ماٽ تہ مُني بہ ماٽ. اسان ڇھن پنھنجا ڪل 7500 روپيا ادي نظير وٽ جمع ڪري گڏيل نموني خرچ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ھاڻي اسان جي مصروفيتن ۾ اضافو ٿي ويو. يعني جيڪڏھن 5 روپين جا زيتون ورتا تہ نوٽ ڪبو تہ 5 روپيا خرچ ٿيا ۽ بجٽ ڏيکاربي 7495 روپيہ.

امرتسر کان بمبئي تائين ريلوي لائين جي آس پاس واري علائقي ۾ آباد ماڻھن جو اٿون جائزو وٺي ڪو نہ سگھي ھئم. البتہ جڏھن بمبئي شھر جي حدن ۾ داخل ٿياسون تہ حالت ڏسڻ جھڙي ھئي. ماڻھو جانورن کان بہ بري حالت ۾ رھيل ھئا. بلڪل اھڙي جھڙي اسان کي وڏا ٻڌائيندا ھئا تہ پارٽيشن کانپوءِ ھندستان مان آيل ماڻھن جي طرز زندگي کھڙي ھئي. مون سوچيو تہ ڪو بہ غير ملڪي جيڪڏھن بمبئي ۾ ايندو تہ ھندستان بابت ڏاڍو خراب تاثر کڻي ويندو. ھندستان سرڪار گھٽ ۾ گھٽ ريلوي لائين جي آس پاس رھندڙ ماڻھن لاءِ تہ ڪو ماڻھپي پريو بندوبست ڪري. مون اھا ڳالھ ٻين ڀينرن سان بہ ڊسڪس ڪئي. پر پوءِ جڏھن اسان واپسي لاءِ بمبئي اسٽيشن تي آيونسين پئي تہ سنڌ مان لڏي ويل سنڌي رائيٽر دادا نند جويريءَ سان ادي حور اھو ذڪر ڪيو تہ ان ٻڌايو "روزانو گھٽ ۾ گھٽ ڏھ ھزار ماڻھو بمبئي اچن ٿا. بہ چار مھينا ان حالت ۾ رھڻ ڪانپوءِ ھتي روزگار ۽ رھائش جو بندوبست ڪري سيٽ ٿيو وڃن. (واللہ عالم)

15 جنوري تي صبح جو بمبئي اسٽيشن تي لٿاسون. لھڻ شرط ادي نظير ۽ مون سان ھڪڙو ڊرامو ٿي ويو. 40 ڪلاڪن جي مسلسل سفر ڪانپوءِ پليٽ فارم تي پير ٿي مس رکيوسون تہ ھڪڙي قليءَ ڪا بہ ڳالھ ٻولھ ڪرڻ بنا، ادي نظير ۽ منھنجي ٿيلھن ۾ ھٿ وڌي ڊوڙ وڌي. پھريون تہ اسان سمجھيو تہ شايد ASRوارن گڏيل نموني قلي Hierڪيا آھن. پر انھن ٻڌايو تہ اسان تہ اھڙو ڪو بہ بندوبست ڪو نہ ڪيو آھي. تيسين قلي اسان جي اکين کان غائب ٿي ويو. ھاڻي ادي نظير ۽ مون نہ ڪئي ھر نہ تر ڊوڙنديون ان طرف ويونسين جنھن طرف قلي کي ويندو ڏٺو ھو. آخر ٻاھر ٽئڪسي اسٽينڊ تي پھچي جيڏانھن ڏسون پري پري تائين اسان جي ٿيلھن جو نالو نشان ئي ڪو نہ ھو. پريشان وتون ھـن ھـُن کان پڇندا. ھڪڙي ٽئڪسي ڊرائيور پڇيو تہ قلي کي ڳاڙھي شرٽ پاتل ھئي. چيوسون ھا. چيائين پوءِ فڪر نہ ڪريو توھان جو سامان ڪيڏانھن بہ ڪو نہ ويندو. پر اسان پرائي ديس ۾ پرائي ماڻھوءَ تي اعتبار جو ڪريون. ڪڏھن پنھنجي ديس ۾ ئي اعتبار ڪونھي مليو. ادي نظير ۽ مون سوچيو تہ ھاڻ ڪو بہ چارو ڪونھي، واپس ھلي پنھنجي گروپ سان ملون ۽ پوءِ ريلوي پوليس ۾ فارمل قسم جي رپورٽ داخل ڪرائي ڇڏيون. واپس آيونسين تہ اسان واريون ڀينرون اسان تي ڪاوڙيون بيٺيون ھيون تہ اسان بنا ٻڌائڻ جي ڪيڏانھن غائب ٿي ويونسين. اسان وڏي دردناڪ انداز ۾ پنھنجو قصو اڃا شروع ئي مس ڪيو تہ اشارو ڪري ڏيکاريائون ھو ڏسو توھان جا ٿيلھا تہ ھي پيا آھن. قلي تہ ڪيڏانھن ويو ئي ڪو نہ. سچ پچ جيڪڏھن اڳيان ڀينرون ايڏي ڪاوڙ ۾ نہ ھجن ھا تہ مون کي پنھنجي حال تي ڏاڍي کل اچي ھا. پر ھتي تہ وضاحتن ۾ ئي کل ختم ٿي وئي.

اسٽيشن کان ھوٽل تائين پھچائڻ لاءِ بسون اڳيئي اسان جي انتظار ۾ بيٺل ھيون. مرول روڊ تي سحر ھوٽل ۾ اسان جو بندوبست ٿيل ھو. ڪجھ ضروري ڪارروائي ڪانپوءِ بہ ڪمرا اسان ڇھن جي حوالي ٿيا. ھوٽل جي شڪل صورت ڏسي اندازو ٿيو تہ ھتي جي چانھ ماني اسان جي بجيٽ کان گھڻي مٿي ھوندي. فيصلو ڪيوسون تہ جلدي جلدي وھنجي سھنجي ٻاھر نڪرون ڪا سستي قسم جي ھوٽل ڳولھي ماني ٽڪر ڪائون. اسان واري ھوٽل کان ٿوري پنڌ تي ھڪڙي مسلمان جي ھوٽل جو ڏس مليو. اھا ھوٽل ھئي تہ ويجھي پر اتي پھچڻ ۾ ڊبل روڊ ڪراس ڪرڻ وارو مرحلو ٿورو ڏکيرڙو ھو. اتي ھوٽلن ۾ اھو مزو ھو تہ تمام ٿورن پئسن ۾ ٻن قسمن جا کاڌا کائي وٺو. 20- 15 روپين ۾ ٿالھي چانور، ماني، گوشت، دال، سبزي، آچار، پاپڙ، چار ٿالھيون وٺي ڇھ ڄڻيون کائي، 60 کان 80 روپيہ ڏيو. مٿان ھاضمي لاءِ سونف ۽ ڪن ھوٽلن تي ھٿ ڌوئڻ لاءِ نيم گرم پاڻي ۾ ليمون ۽ ٽشو پيپر بہ.

بمبئي ۾ پھرين ماني کائڻ کانپوءِ پئسا ڏيڻ مھل اوچتو ادي نظير چيو تہ ھر ڪا پنھنجا پئسا پاڻ سنڀالي. اسان ڇئون ادي نظير توھان کان ڪا بہ شڪايت ڪو نہ ڪبي. ائين نہ ڪريو. نيٺ مون ۽ ادي شمع اھا ذميواري کڻڻ لاءِ آمادگي ڏيکاري پر ادي نظير چيو تہ توھان ڀلي پاڻ ۾ گڏجي خرچ ھلايو. باقي مون کي آزاد ڪريو. پوءِ اسان اھا ڳالھ مناسب نہ سمجھي تہ اسان مان ھڪڙي الڳ ھجي ۽ ٻيون پنج گڏ. سو ڇھن ئي پئسا ورھائي کنيا.

سوچيو تہ ڪجھ گھمون ڦرون. پر پاسپورٽ ASRوارن وٽ جمع ٿيل ھئا. ساڻن

سوير ئي ڳالهايو هو. ڪو بندوبست ڪرڻ جو آسرو ڏنو هئائون. هوٽل تي واپس آيونسين ته هوٽل جي اٽينڊنٽ هوٽل جا ڪارڊ ڏنا ۽ چيو ته اسان سمورين پوليس اسٽيشن تي توهان جا Par-ticulars ڏئي ڇڏيا آهن. هاڻي توهان بي فڪريءَ سان جيڏانهن چاهيو وڃي سگهو ٿيون. رڳو هي ڪارڊ پاڻ سان ضرور کڻي وڃو. جيئن واپس هتي اچڻ ۾ ڏکيائي نه ٿئي. ان مهل دير ٿي وئي هئي ۽ اسان ڪيڏانهن وڃڻ بدران ڊائلاگ رٽڻ جو فڪر ڪرڻ کي وڌيڪ اهم سمجهي ڪمرن ۾ هليا وياسون.

سڀاڻي 16 جنوري تي شام جو WSF جي اوپننگ سيريمني (افتتاحي تقريب) هئي ۽ ان ڏينهن صبح جو اسين واندايون هيونسين. سو سمنڊ ڪنارو گهمڻ جو فيصلو ڪيو. ٻن رڪشائن ۾ چڙهي "جوهو بيچ" تي آيونسين. صلاح ڪئي ته ڪلاڪ ڪن گهمڻ ڦرڻ ڪانپوءِ هتي ئي ڪنهن مناسب جاءِ تي ڊرامي جي ريهرسل ڪنديونسين. گهمندي ڦرندي هڪڙي 90 جي ڏهاڪي ۾ پهتل عمر رسيده جوڙي تي نظر پئي. سمنڊ ڪناري پاڻيءَ ۾ پير وجهيو پسار پئي ڪيائون. اسان جوانيءَ ۾ ئي تفريحن کان محروم سماج ۾ رهندڙن جو ڏٺو ايڏن بزرگن کي تفريح ڪندي ته ساڻن فوٽو ڪيرائڻ لاءِ وڃي سندن پاسو ورتو. ايتري ۾ انهن جي آل اولاد به پهچي وئي. سندن پٽ ٻڌايو ته هو سريلنڪا ۾ ڊاڪٽر آهي ۽ ميڊيڪل ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ ڪراچيءَ به ايندو رهندو آهي. هندستان جي شهر احمد آباد ۾ سندن گهر آهي ۽ بمبئي گهمڻ ڦرڻ لاءِ آيل آهن.

ان ڏينهن ادي شمع سندس ڪئمرا سان منهنجا جام فوٽو ڪڍيا. سڀ چون آخر شمع زاهده جا ايڏا فوٽو ڇو ٿي ڪڍي!؟ سخت قسم جي اعتراض ڪانپوءِ ادي شمع راز ظاهر ڪيو ته زاهده جي چوڻ ڪري ئي آئون ڪئمرا کڻي آئي آهيان. تنهنڪري آئون گهڻي کان گهڻا فوٽو ڪڍندم ئي زاهده جا. گهمي ڦري هڪ هنڌ پٽ تي ٽڏا تنوريون وڇايل ڏسي ويهي رهيونسين ڊرامي جي ريهرسل ڪرڻ- اسان پنهنجي ۾ ٻوريون هيونسين ته هڪ مرد، ٻه عورتون، هڪ نوجوان ڇوڪري ۽ هڪڙو ڇوڪرو اسان وٽ اچي ويٺا. پڇيائون WSF لاءِ آيون آهيو. حال احوال ڪندي ٻڌايائون ته اهي ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا سان وابستگي رکن ٿا. مرد ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا صوبي گجرات جو صدر هو. ٻن عورتن مان هڪ زال هئس ۽ ٻي ڀيڻ. اهي ٻه پارٽي جون سرگرم ڪارڪن هيون. نوجوان ڇوڪري سندس ڌيءَ ۽ ڇوڪرو پٽ هئس. سياست تي، ڪميونزم تي، هندستان پاڪستان جي صورتحال تي، WSF بمبئي 2004ع تي ۽ بمبئي رززسٽنسي وغيره تي ڳالهه ٻولهه ٿي. Bomby Resistence جي خلاف هئا. ايتري ۾ ڪجهه سِک به اچي ويٺا. چيائون اسان ڀڳت سنگهه جي ڳوٺ جا آهيون. مون به پنهنجي ايري سيري ڄاڻ مطابق هنن جي ڪن ڳالهين جي حمايت ته ڪن ڳالهين تي اختلاف رکيو. موڪلائڻ مهل چيائون. "تنهنجي روح ۾ ڪميونزم پيل آهي." دل ۾ چيم اهي آهن ڪمال پليجي صاحب جي ڏنل ليڪچرن جا، ورنه ڪميونزم کي روح ۾ گهيڙڻ اسان جهڙن جي وس ۾ ڪٿي؟

واپس هوٽل تي پهتيوسين ته نئون اطلاع مليو ته "گوري گائون" جتي WSF جو پروگرام پئي ٿيو، اتي هر ڪو پاڻ پهچي، معنيٰ روز اچڻ وڃڻ جو ڪرايو به ڀڳيءَ ۾.

اسان پنهنجي مختصر تجربي ۾ محسوس ڪيو ته بمبئي جي رڪشا واري ٺڳي ڪونه ٿي ڪئي. تيار ٿي رڪشائن ۾ سوار ٿي پروگرام واري جاءِ تي پهتيوسين.

چيو هئائون ته گيٽ تي ئي ASR وارن جو اسٽال هوندو. اتان رجسٽريشن ڪارڊ ملندا. رجسٽريشن ڪارڊ ڪانسواءِ پروگرام ۾ شريڪ ٿي نه پئي سگهيونسين پر ASR وارن کي ڳولهيندي ڳولهيندي سج لهي ويو. رش ايڏي جو منٽن ۾ هڪ ٻئي کان گم ٿيڻ جو خطرو- وڏي جدوجهد ڪانپوءِ ASR جي نائلا هٿ لڳي. اها اسان کان وڌيڪ پريشان ڇو "ڪارڊ منير وٽ آهن. اهو ملي ئي نٿو. ASR جون ڇوڪريون اسٽال جو سامان جهليو گيٽ تي بيٺيون آهن. انهن کي به ڪارڊ ڪو نه مليا آهن." پوءِ اسان به هٿ وڌا نائلا ۾. چيوسيون جيڏانهن تون وينديءَ تيڏانهن هلنديونسين. نيٺ ٻين کي هڪ هنڌ ويهاري مان ۽ ادي شمع نائلا کي چنبڙي هلي هلي وڃي نيٺ منير کي هٿ ڪيو. منير سان گڏ نگهت سعيد خان ASR جي چيئرپرسن به هئي. ان جي چهري جا تاثر ٻڌائين پيا ته اها ته وري نائلا کان به وڌيڪ پريشان آهي. ملي مانس ته ٻڌايائين ته ASR طرفان سڀاڻي جيڪو اهم پروگرام رکيل آهي، ان لاءِ اڃا هال ڪونهي مليو. واقعي به ان جي پريشاني اسان واري پريشاني کان وڏي هئي. منير کان ڪارڊ وٺي گلي ۾ وجهي شير ٿي ويوسين. ڇا ته سماءُ هو. ماڻهن جي هڪڙي ٻوڏ هئي. مختلف رنگن، روپن، لباسن ۾، دهل شرنايون جهمريون، ناچ، گانا. ڪو ٽولو ڪٿان پيو اچي، ڪو ڪٿان. ڊانسون جو هيون جا! ماڻهو انهن کي لفظن ۾ بيان نٿو ڪري سگهي. بس ڏسڻ جون شيون هيون. ڊانسنگ گروپ، نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون، وک وک سان ملائي. اک جو اشارو به هڪ جهڙو، چيلهه جي حرڪت به هڪ جهڙي. الائي ڪيڏو فن هو. هندستان جي مختلف علائقن جون لوڪ ڊانسون. ماڻهوءَ کي هوش ئي نه ته ڪهڙي ٽولي سان گڏ هلندو پيو وڃي. هوش ۾ اچون ته وري پڇون Opening ceremony ڪٿي آهي؟ پڇندي پڇندي وري وڃي ڪنهن نئين ٽولي جي دهلن ۽ ڊانس ۾ غش ٿي وڃون. اوچتو دهل ۽ شرناين جي آواز سان گڏ ڪنن تي آواز پيو "هو جمالو" اسان جا ڇرڪ نڪري ويا. اڙي هي ته اسان سان گڏ آيل صوفي فقيرن جو ٽولو ۽ ٻيا آهن. پوءِ ته اسان به شامل ٿي ويوسين. ادي شمع ته اهڙي زبردست ڊانس ڪئي جو اصل مزو اچي ويو. پوءِ هڪ پٺيان ٻيو سنڌي گيت. ڪاڇ جون مالڪ ٻڌي ويونسين. صوفي فقيرن به دنگ ڪري ڇڏيا. مسلسل ٽڪڙو ٽڪڙو هلندي دهل وڄائڻ، ڳائڻ، سر جون لاهيون چاڙهيون برقرار رکڻ ڪو سولو ڪم ڪونهي.

هر قسم جي مزي باوجود اسان Opening ceremony جو خاص پروگرام ڪو نه وساريو. هلي هلي پير ٿڪجي پيا. نيٺ ادي حور، ادي ساران ۽ ادي پدمڻ هلڻ کان لاچاري ڏيکاري ته انهن کي هڪڙي جاءِ تي ويهاري ادي نظير، ادي شمع ۽ مان ڳولها ۾ نڪري پيوسين. هلندي هلندي ڏٺم ته ماڻهن جا انبوهه هئا. جيڪي پٽ تي ويٺا هئا. ڪن جي پاسن کان ٿيلها رکيل ۽ ڪي مٿي هيٺان ٿيلها رکي ليٽيل. سمجهيم شايد رهڻ واري ڪئمپ هيءَ آهي. پڇيو مان توهان هتي ئي رهندا؟ چيائون نه. سوچيم پوءِ هي هتي سامان رکيو ڇا پيا ڪن. اوچتو پري هڪڙي وڏي اسڪرين تي نظر پئي. ڪنهن ماڻهو عربيءَ ۾ تقرير پئي ڪئي. معلوم ٿيو ته جتي آئون بيٺي آهيان. اتان کان هڪ ڏيڍ ڪلو ميٽر جي فاصلي تي Opening ceremony واري خاص پروگرام جي اسٽيج آهي ۽ هي پٽ تي ويٺل هزارين ماڻهو مرد ۽ عورتون ان پروگرام جون تقريرون پيا ٻڌن ۽ اسڪرن تي نظر ايندڙ عربي ۾ تقرير ڪرڻ وارو ماڻهو عراق مان آيل نمائندو آهي. جنهن جي عربي تقرير ڪانپوءِ انگريزي ۽ هندي ۾ ترجمو پيش ٿيندو. اسٽيج

جي ڏيجهو وڃڻ جي شوق ۾ ويوسين اڳتي وڌنديون. اسٽيج کان تقريباً اڌ ڪلوميٽر جي فاصلي تي نوگو ايريا شروع ٿي ويو. معنيٰ اهو اليڪٽرانڪ ميڊيا جي بندوبست لاءِ خاص علائقو هو. جتي ڪئمرائون نصب ٿل هيون. مون اتي موجود هڪڙي صحافڻ کان پڇيو ته ٻڌايائين اسٽيج تي ارون ڌتي راءِ سميت انديا جا تقريباً ٽي نمائندا آهن.

هڪڙي پاڪستاني عورت آهي (شايد عاصمه جهانگير) ڀين جي خبر ناهي ائي ڪير آهن. اسان سمجهو هاڻي هي تقريرون سو ٻه هر تقرير ٻن يا ٽن ٻولين ۾ ٻڌڻ جي اسان ۾ طاقت ڪونهي. سو واپس ادي حور وارين سان ملي ڪين سڄي روئداد ٻڌائي. هوٽل ڏانهن واپس ورڻ جي ڪئي. فريش ٿي نڪتيونسين ماني کائڻ. سوچيوسون روز ساڳئي هوٽل ۾ ساڳئي رستي تي وڃڻ بدران ڪنهن ٻئي رستي تي وڃي، ٻي هوٽل تي ماني کائون. هڪڙي هندوءَ جي هوٽل ۾ گهڙيونسين. آرڊر ڏئي انتظار ۾ ويٺي ڪچهري پئي ڪئي ته خبر پئي ته اسان جي پويان ٿوري فاصلي تي ٽيبل تي ويٺل ماڻهن وسڪي پئي پيتي. اسان جا ته نپ ٿي ٿري ويا. اسان ڇهه ٽن گروپن ۾ ورهائجي ويونسين. هڪ اهي جن کي صفا پڙ ڪو نه پئي ٿيو. ٻيون اهي جن کي الاهي پڙ پئي ٿيو ۽ اوڏي ٿي گهوڙا گهوڙا ٻه پئي ڪيائون ۽ ٽيون اهي جن کي پڙ ته شايد گهوڙا گهوڙا ڪرڻ وارن کان ٻه وڌيڪ پئي ٿيو. پر بظاهر پڙ جو اظهار ڪو نه پئي ڪيائون. اسان هوٽل جي بيرن کي پر سان بيهاري ڇڏيو. انهن لاءِ ته نارمل ڳالهه هئي پر اسان جو ساهه پئي نڪتو. ماني زهر ٿيجي وئي. مڙيئي ٻه گرهه هٿي وني پيگيونسين. وري اوڏانهن منهن نه ڪيو. هوٽل تي واپس اچي گپ شپ ۾ ويٺيون هيونسين ته ادي نظير کي گهران فون آئي، جن ٻڌايو ته اڌي شمع جي امڙ وفات ڪري وئي. ادي شمع جي کهڙي حالت ٿي هوندي. ان جو اندازو ڪو ٻه ماڻهو لڳائي سگهي ٿو. ادي پدو ۽ مان PCOتي وڃي سڪر ادي شمع جي گهر ڳالهايو. شمع جي ڀيڻ ماريا ڳالهايو. ناراض ٿي ته ادي شمع کي خبر ڇو پهچائي وئي. مون چيس هاڻي ته خبر پئجي وئي اٿس. ويهي ڪونه ٿي سگهي. اسان جيترو جلد واپس موڪلڻ جو بندوبست ٿي سگهيو واپس موڪليون ٿيون. اتان ٿي ASRوارن سان ڳالهائڻ ويوسين. اهي ويچارا ٻه ڏاڍو پريشان ٿيا. سچ پچ الاهي ڪمن ڪارين باوجود انهن فورن ادي شمع جي واپسي

جو بندوبست ڪري ورتو. سندن سمورا ورڪر روم تي تعزيت ڪرڻ آيا. نائلہ ته صفا روئي ويئي.

ادي شمع جي وڃڻ ڪانپوءِ مون کي ته صفا نند ئي ڪا نه آئي. مون کان وڌيڪ ٻيو ڪنهن کي اندازو هوندو ان سفر جو جيڪو ادي شمع سکر تائين ڪرڻ واري هئي. جڏهن منهنجي پيءُ وفات ڪئي هئي تڏهن مان ٿرپارڪر هئس ۽ امان جي وفات وقت حيدرآباد هئس. اهي ٻئي سفر مون ڪيا هئا.....

ادي شمع جي وڃڻ کان اڳ ادي سنڌو خاصخيلي جيڪا PSFوارن سان آئي هئي، هوٽل تي آئي ۽ ٻڌايو ته PSFوارن ڪئمپ تي رهڻ جو بندوبست ڪيو آهي. جتي وهنجڻ وغيره جو صحيح بندوبست ڪونهي. اسان ASRوارن کي ٻڌائي ۽ اجازت وٺي ادي حميده کي پاڻ سان گڏ رهائي ڇڏيو. ادي شمع جي وڃڻ ڪري اسان واري ڊرامي ۾ سندس ڪردار وارا ڊائلاگ ادي حميده جي حوالي ڪري ياد ڪرائڻ لاءِ مٿس جمعدار ٿي ويهي رهيم.

ڊرامي جي تياري ۾ ته اسان صفا سنجيده هيوسين پر جيئن جيئن WSFجا پروگرام ۽ ماحول ڏسنديون ٿي ويوسين، تيئن تيئن اسان واري همت جواب ڏيندي وئي. لڪين ماڻهن جي هجوم ۾ سوين گروپن پنهنجا پنهنجا پروگرام پئي ڪيا. سمورن نه سهي پر ڪجهه ماڻهن جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ وٽ زبردست قسم جا دهل ۽ ٻيا ساز هئا ۽ وٽن فن ٻه هو. هيڏانهن اسين اڻ گهڙيل ڪاٺ ۽ ڪو ساز سامان ٻه نه. مڙيئي ڪر ٽپائڻ خاطر شيٽون ۽ مارڪر وٺي انهن تي انگريزي ۾ پاڻي بابت ڦڏن اڪرن سان سنڌي قوم جا مطالبا لکي ورتا ته ڊرامي جي آخر ۾ اسان اهي شيٽون کڻي ماڻهن کي پنهنجن مطالبن کان آگاهه ڪنديونسين. پر پوءِ ٻه اسان کي محسوس ٿيو ته اهو ڊرامو اسين رڳو پاڻ ڪري پاڻ ڏسي ۽ پاڻ سمجهي خوش ٿي ويهي رهنديونسين. باقي ٻيو ڪو ٻه فائدو ڪو نه ٿيندو. سوچهن ئي ڇتين متا ميڙي ويهي، صلاح ڪري فيصلو ڪيو ته مظاهرو ٿيون ڪيون. بنيءَ ٻه چيو ته ٺيڪ آ اهو مظاهرو ASRجي اسٽال کان شروع ڪنديونسين. پليجي صاحب کي چيو ته PSFوارن سان گڏ جيڪي ٻه هم خيال ماڻهو آيل آهن، انهن کي چئو ته مظاهري ۾ شريڪ ٿين. عوامي تحريڪ جا ساٿي هئا، ٻيا سنڌي هئا. بلوچ هئا ۽ گجرات (هندستان) جاسنڌي نوجوان هئا. عوامي تحريڪ جي ساٿين جي مدد

سان زبردست قسم جا بينر ۽ شيٽون نهرايا. مطلب ته هڪڙو نيڪ ناڪ قسم جو بندوبست ڪري مظاهرو ڪيو. ASRوارن سڄي مظاهري جي مووي ناهي. بني جيڪا پنجاڻ آهي. تنهن تقرير ڪئي جيو ته پاڻي بابت منهنجو ٻه توهان وارو موقف آهي. ادي مريم پليجو، هڪڙي بلوچ سائيءَ، فرحين مغل تقريرون ڪيون. پليجي صاحب تقرير نه ڪئي، جي هي توهان جو پروگرام آهي ۽ مڪمل طرح توهان جو ئي نظر اچڻ کپي.

ان کان هڪ ڏينهن اڳ گوادر مسئلي تي بلوچن مظاهرو ڪيو هو. پليجي صاحب سان گڏ اٺون ٻه ان مظاهري ۾ شريڪ ٿي هئس. تڏهن ٻه پليجي صاحب پاڻ تقرير نه ڪئي ۽ مون کان تقرير ڪرائي هئي.

خير اسان پاڻي وارو مظاهرو ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجي WSFمر شريڪ ٿيڻ کي وڌيڪ ڪارائتو سمجهيو ۽ اهو موقعو اسان کي ASR جي ڪري مليو هو تنهن ڪري ASRجي چيئرپرسن نگهت سعيد خان عرف بنيءَ جو شڪريو ادا ڪيو.

اسان WSFمر شريڪ ٿيڻ لاءِ روز صبح جو گيٽ مان اندر داخل ٿيڻ وقت ڪنهن نه ڪنهن کي سندن مطالبن جا بينر جهليل ڏسنديون هيونسين. اسان ٻه مظاهري لاءِ بينر ۽ سي ٻه خوبصورت بينر نهرايا هئا: سو هڪڙي ڏينهن صبح جو ادي سنڌو خاصخيلي ۽ مان بينر جهلي وڃي گيٽ تي بيٺيوسين سوين ماڻهو آيا ويا پئي انهن مان الاهي ماڻهن اسان جي بينر کي پڙهيو ۽ ڪن ته اچي اسان کان مسئلو پڇيو. هڪڙو ماڻهو آيو هندستاني جنهن کي هندي ڪو نه ٿي آئي. انگريزي ۾ ڳالهايائين ۽ ٻڌايائين ته مان سنڌ جي تهذيب ۽ سنڌونديءَ جي اهميت کان واقف آهيان. سنڌ ته آهي ئي سنڌو نديءَ سان. گيٽ تي بيٺي ادي سنڌو ۽ مون کان ان وقت حيرت جهڙو چرڪ نڪري ويو. جڏهن اوچتو پليجو صاحب اچي ويو. مون کي پڪ آهي ته پليجي صاحب کان ٻه دل ئي دل ۾ چرڪ ضرور نڪتو هوندو.

ان ڏينهن اسان واري شاٻنڪ جي شوقين ٽولي پروگرام ناهيو ته WSFمان مڙيئي چڪر هڻي جلدي واپس اچي بازار هلنديونسين پر اچا اسان پهچڻ جي ڪئي ٿي ته انيس هارون ملي ٻڌايائين ته هينئر هتي ڪنهن هال ۾ "ڪاروڪاري" بابت سيمينار ٿيو هلي. سو ان ۾ شريڪ ٿيو. اسان ظاهرا (باقي صفحو: 26)

## بقايا : زاهده شيخ

تہ شاپنگ جو پروگرام ملتوي ڪري اوڏانهن ويونسين، اتي ادي حور ۽ ادي نظير سيمينار ڪرائيندڙ تنظيم يعني آل انڊيا ڊيموڪريٽڪ وومن آرگنائيزيشن جي منتظمين کي چيو تہ سنڌياڻي تحريڪ طرفان زاهده شيخ بہ ان مسئلي تي ڳالهائيندي. سو مون ڳالهايو. اسان جي ماڻهن لاءِ شايد حيرت جهڙي ڳالهہ هجي تہ انڊيا ۾ بہ جتي جتي جاهلاڻو پنچائت سسٽم مضبوط آهي، اتي ان قسم جي نام نهاد غيرت جو وڪر مڙيئي سرس آهي. ڇاڪاڻ جو انهن قبائلي ۽ پنچائت قسم جي نظامن ۾ اهڙا ماڻهو تہ پيدا ٿين ڪو نہ ٿا يا صفا گهٽ ٿا ٿين، جيڪي تعليم يافتہ هجن، جيڪي عزت جو معيار اهو مقرر ڪن تہ امتحانن ۾ سٺيون مارڪون کڻندا، اعليٰ درجي جا امتحان پاس ڪندا، معاشري جي ترقيءَ واسطي ڪوجنائون ڪندا، نوڪريون ۽ ڌنڌا ڪندا. ترقيون ڪندا ۽ زندگيءَ جي هر ميدان ۾ دنيا جي جوڙ جا ماڻهو ٿيندا. انهن هڪ تہ قبائلي ۽ پنچائتي آقائن ٻڌائي ۽ سندن دل ۾ ويهاري ڇڏيو آهي تہ تنهنجي عزت ان ۾ آهي تہ ٻي هر ميدان ۾ پلي تہ ناڪاره هج پر ڪوڙي ۽ هٺرادي غيرت جي نالي ۾ ماڻهو مارڻ جي ڪم ۾ پڙ هج. اسان وٽ تہ سرڪاري آشيرواد سان اهڙيون جاهلاڻيون سوچون مضبوط پيون ٿين. نتيجو اهو آهي جو اڄوڪي ڪميونيڪيشن جي عروج واري دؤر ۾ بہ اسان جي ماڻهن جي اڪثريت رڳو ڪنهن اڃي ڇمڙيءَ واري کي ڏسي ٿي تہ اکيون ڦاٽيو وڃنس.

اسان سان سنڌي هجڻ جي ناتي بہ ٽي حيرتناڪ واقعا ٿيا. هڪڙي ڏينهن اسان پاڻ ۾ ويٺي ڳالهايوسون تہ اوچتو پئنٽ شرٽ پهريل صحت مند قسم جي عورت موبائل تي ڪنهن سان ڳالهائيندي هٿ جي اشاري سان اسا کي ويهڻ جو چيو. جلدي موبائل تي ڳالهائڻ بند ڪري چيائين، توهان سنڌياڻيون آهيون؟ مون توهان کي پاڻ ۾ ڳالهائيندي ٻڌو. تنهنڪري سمجهي ويم. ٻڌايائين تہ "ڪنهن ايگريڪلچرل ڪمپني ۾ ليڊنگ پوسٽ تي ڪم ڪندي آهيان، هتي اسان جو اسٽال لڳل آهي. سو ڪنهن ڪنهن مهل اسٽال جي خبرچار وٺڻ ايندي آهيان." مون جو هندستان جي سنڌي اديبن جي باري ۾ ٻڌو هو تہ سندن ٻار بہ سنڌي ڳالهائي ڪو نہ ٿا سگهن، سو هڪدم پڇيو مانس تہ توهان جا ٻار سنڌي ڳالهائي ڄاڻن؟ هڪدم چيائين تہ ظاهر آهي اسان انهن سان سنڌي ڳالهائينداسون تہ اهي ڇو نہ ڳالهائيندا. ها باقي اسڪولن ۾ سنڌي نٿي پڙهائجي، ان ڪري لکي پڙهي ڪو نہ ڄاڻن.

ٻئي پيري ASR جي اسٽال تي وينيون هيونسين تہ ادي سنڌو خاصخيلي سان گڏ هڪڙي پئنٽ شرٽ پهريل نوجوان ڇوڪري آئي. رني پئي. آئون حيران تہ هيءَ ڪير آهي ۽ روئي ڇو پئي! خبر پئي تہ هوءَ الهاس نگر جي هڪڙي ڪاليج ۾ انگريزي پڙهائيندي آهي. سندس ڏاڏو دادو مان لڏي هندستان آيو هو ۽ ان ڪانپوءِ هو ڪڏهن بہ سنڌ ڪو نہ آيا آهن. هن ڇوڪريءَ تہ سنڌ ڏٺي ئي ڪونهي پر پوءِ بہ صاف سنڌي ڳالهائيندڙ هن ڇوڪريءَ سنڌ مان آيل سنڌياڻين کي سنڌي ڳالهائيندي ڏٺو تہ جذبات وچان روئي ويٺي هئي. توڻي جو هن صاف سنڌي ڳالهائي پئي پر پوءِ بہ تسلي لاءِ ساڳيو سوال پڇيو مانس تہ ٻار سنڌي ڳالهائين ٿا يا نہ. جواب ساڳيو "ڳالهائن تہ ٿا پر پڙهڻ لکڻ ڪو نہ ٿو اچي."

ٽيون ڀيرو بہ ASR جي اسٽال تي وينيون هيونسين تہ ASR جي نائل هڪڙي عورت کي پاڻ سان وٺي آئي. چيائين هن کي سنڌياڻين سان ملڻ جو شوق آهي، سو ملوس. هن مائيءَ تہ مون کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. صاف ۽ چٽي سنڌي ڳالهائڻ واري ان عورت ٻڌايو تہ آئون بنگالڻ آهيان، شادي سنڌيءَ سان ڪئي اٿم. منهنجي سس کي سنڌياڻي ننهن کپندي هئي، سو مان سنڌياڻي ٿي ويم." هن مضبوط فيمنسٽ خيالن جي مائيءَ مڙس جي ماءُ جي فرمائش پوري ڪرڻ ۾ پنهنجي ڪا بہ گهٽتائي محسوس نہ ڪئي. هن ٻڌايو تہ اسان جا ٻار گهر ۾ سنڌي ئي ڳالهائيندا آهن.

مون کي اهو سوچي افسوس ٿيو تہ اسان جي سنڌي اديبن جي ٻارن کي سنڌي ڳالهائڻ ڇو نٿي اچي. پڙهي لکي نہ سگهڻ ۾ تہ ڪٿي انهن جو ڏوهہ ڪونهي. ڳالهائي نہ سگهڻ ۾ تہ انهن جو ڏوهہ آهي. شايد انهن گهرن ۾ اهڙو ماحول ئي ڪونهي ناهيو. اهڙي گهر جي هڪڙي مائي کان پڇيم. ٻڌايائين اسان جا ٻار سنڌي ڳالهائڻ ئي ڪو نہ ٿا چاهين. سوچڻ جي ڳالهہ اهي تہ ماڻهو جيڪا ٻولي ماءُ جي جهولي ۾ ڳالهائڻ سکندو، اها ڳالهائڻ ڇو نہ پسند ڪندو! شايد ماءُ جي جهوليءَ ئي ڪين سنڌي ٻولي سيکارڻ جي ڪوشش ڪونهي ڪئي.

ها البتہ هندستان جي انهن سمورن سنڌي اديبن جن جا ٻار سنڌي ڳالهائي نٿا سگهن تن جي وچ ۾ (شايد ڪي ٻيا بہ هجن) مان دادا اتم چنداڻي ۽ دادي سندري اتم چنداڻي کي سلام ڪنديس جو سندن اولاد يعني آشا چند ۽ وري ان جي بہ اولاد يعني نائين ڪلاس جي شاگردياڻي مومل چند کي نہ رڳو سنڌي ڳالهائڻ پئي آئي پر پڙهڻ ۽ لکڻ بہ آئي پئي.

آشا تہ ڪمال ڪيو آهي جو سنڌي ٻولي سيکارڻ لاءِ ڪمپيوٽر پروگرام جي ڊسڪ تيار ڪئي اٿائين. جنهن جي مدد سان سنڌي لفظن جا اچار، لکڻيون، جملن جي ٻيهڪ انگريزي معنيٰ سان گڏ آساني سان سمجهي ۽ سکي سگهجي ٿي. پليجو صاحب ۽ مان جڏهن انهن جي گهر وياسون ۽ آشا اسان کي اها ڊسڪ ڏيکاري تہ سچ پچ دل ۾ آيو تہ هن هڪڙي مائيءَ جي ڪري هندستان جي انهن سنڌي اديبن جا اهي ڏوهہ گناهہ معاف ڪري سگهجن ٿا جيڪي هنن پنهنجي اولاد کي سنڌي سيکارڻ ۾ ڪوتاهي ڪري ڪيا آهن. ٻي ڳالهہ مون ڏاڍي ڏک جهڙي محسوس ڪئي. سنڌ مان لڏي هندستان ۾ رهندڙ سنڌين ۾ تمام گهڻا سنڌي الاهي پئسي وارا هئا. انهن سنڌي هجڻ جي ناتي اسان کي الاهي عزتون ڏنيون. اسان جون تمام شاندار دعوتون ڪيون. دعوتن ۾ طعام ايڏا جو ڳڻڻ کان ٻاهر، اسان جهڙن جو تہ ٻہ چار طعام چکڻ ۾ ئي پيٽ ڀرجيو وڃي. هر ماڻهو پنهنجي اڻ سجاتل ڳوناڻي سان ملڻ ۾ خوشي ۽ سڪون محسوس ڪري. مون کي بہ قمبر ۽ لاڙڪاڻي جي ماڻهن خاص محبت ڏني. مون سان گڏ تصويرون ڪڍرايائون. سندن خواهش هئي تہ جيڪر آئون ترسي پوان ۽ هو مون کي بمبئي ۾ ٺهيل قمبر دربار گهمائن، جيڪا انهن قمبر واري دربار جي سِڪ ۾ ٺاهي آهي.

پر انهن سمورين محبتن، عزتن ۽ احتمامن باوجود انهن مان ڪنهن کي بہ ان ڳالهہ جو دلي ڏک ڪو نہ هو تہ سندن اباڻي وطن سنڌ کي پاڻي ڪسي ويران بڻايو ويو آهي. سندن هم زبانن کان شهر کسيا ويا آهن. ڪين بيروزگاري جي آڙاهہ ۾ اجلاڻي خودڪشي تي مجبور ڪيو ويو آهي. سنڌي حڪمران سنڌ وڪڻي تين وال ڪيو ويٺا آهن. اها سنڌ جنهن جي ياد سان محبت ڪن ٿا. ان سنڌ جي مسئلن سان سندن ڪو بہ واسطو ڪونهي. ڀيو نہ سهي اهي سنڌ ۾ پنهنجو پئسو سيڙائي هم زبانن لاءِ ڪي روزگار جا ذريعا پئدا ڪري سگهن ٿا. هتي آباد سندن ڪنهن مائٽ کي ان جو انتظام ڏئي سگهن ٿا. يا سوچ ويچار ۽ صلاح مصلحت سان الاهي رستا

ڪلي سگهن ٿا.

جنهن ڏينهن اسان بمبئي کان واپس اچڻيون هيونسين ان ڏينهن بمبئي جي "ٿاڻي" ناليواري علائقي ۾ رهندڙ سنڌي رميش ڪتيجا پليجي صاحب جي دعوت ڪئي. پليجي صاحب اسان کي چيو ته توهان مان جيڪي به هلڻ چاهين سي هلن. ادي نظير، ادي ساران، سنڌو ٿاحخيلي ۽ مارئي پليجو کي بازار وڃڻو هو. سو آئون ادي مريم ۽ ادي پدو پليجي صاحب سان وڃڻ لاءِ جوهو بيچ تي سنڌس هوٽل Em-rald ۾ آيونسين. رميش ڪتيجا جي گهر اسان کي سنڌي ليکڪ محترم نند جويري سان گڏ وڃڻو هو. ان کي اچڻ ۾ ڪافي دير ٿي وئي. تنهن ڪري ڪتيجا جي گهر تڏهن پهتاسون جڏهن اسان جي اسٽيشن وڃڻ ۾ ٿورو ٽائيم بچيو هو. ڪتيجا جو فليٽ ڏاڍي خوبصورت ۽ پرسڪون جڳهه تي هو. فليٽ جي گئلري مان ٻاهريون قدرتي نظارو اهڙو هو جو اتان چرڻ تي دل ئي نه چوي. پر هي اسان کي ماني لاءِ هوٽل تي وٺي هليا. مون ڪتيجا جي زال ۽ پيڻ کي چيو ته توهان اسان کي هن گئلري ۾ ويهاري پاپڙ ۽ ماني کارائي ڇڏيو ها ته مزو اچي وڃي ها. ڪتيجا چيو ته بمبئي ۾ رهندڙ ماڻهو گهرن ۽ فليٽ جي ننڍڙي هجڻ ڪري گهرن ۾ دعوتون ڪري ئي ڪو نه سگهن. ان مان ڪنهن کي به ان غلط فهميءَ ۾ نه پوڻ گهرجي ته ننڍن فليٽن ۾ گهرن ۾ رهڻ وارا ڪي غريب هوندا. بمبئي جي انهن فليٽن ۽ گهرن جا اگهه به ڪروڙن ۾ آهن.

اسان واري ميزبان رميش ڪتيجا کي ڏک جهڙي حيرت ٿي ته اسان کيس ڪو نه سڃاتو ته هو ڪل نائڪ فلم جو ڪلين شيو ۽ ڪلين مٽي وارو ولين آهي. اسان به حيران ٿياسون. پوءِ تازو مون جڏهن T.V تي ڪل نائڪ فلم جو گانو نائڪ نهين ڪل نائڪ هون مين ڏٺو ته ان ۾ کيس ڏسي خوش ٿيم.

ڪتيجا جي زال ۽ پيڻ به اسان کي الاهي پانئيو. ڪتيجا وارا اصل شڪارپور جا ۽ سنڌس زال جا پيڪا خيرپور جا آهن. سو انهن جي ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو لهجو صفا اهڙو لڳو جهڙو اسان جي لاڙڪاڻي پاسي جي هندن جو هوندو آهي. انهن جون مٺيون مائٽيون به شڪارپور وغيره ۾ جام ٿيل هونديون آهن. اسان کي واپسي جي تڪڙ هئي تنهن ڪري وٽن گهڻو وقت ويهي ڪو نه سگهياسون. محترم نندجويري ۽ پليجو صاحب اسان کي اسان واري هوٽل سحر گارڊن ڇڏڻ آيا. خبر پئي ته سڀ

اسٽيشن ڏانهن وڃي چڪا آهن. پنهنجي سامان جي خبر ورتي ته اهو به ڪو نه هو. سو وري تڪليف ڏني سون جويري صاحب کي - ويچارو پنهنجي گاڏي ۾ اسان کي اسٽيشن وٺي آيو. پاڻ ۽ پليجو صاحب ٻاهر گاڏي ۾ ترسيا ته اسان خبر وٺي ڪين ٻڌايون ته اسان جا ماڻهو اسان کي مليا يا ڪو نه.

اسٽيشن جي گپا گيهه ۾ مس مس ASR جو ادريس مليو، جنهن ٻڌايو ته سنڌياڻي واريون اڳيان وينيون آهن. مون اڳيان وڃڻ بدران ادي مريم ۽ ادي پدو کي اڳيان موڪلي پاڻ پويان پير ڪري پليجي صاحب وارن کي ٻڌائڻ لاءِ رواني ٿيم. چاڪاڻ ته پيليجي صاحب وارن کي وري بي دعوت ۾ وڃڻو هو. وجان ته جويري صاحب جي گاڏي نظر ئي نه اچي. اسان غلطي ڪئي هئي جو هنن جي گاڏي پارڪ ڪرڻ کان اڳ ئي اندر هليون ويوسين. هاڻي هيڏي ساري اسٽيشن ۽ گاڏي سان به ايڏي گهٽي واقفي ڪو نه. ٽائيم به رات جو. مون کي ان مهل ائين پئي لڳو ته مون کان ٽرين ڇٽي ويندي. انهن ڪجهه گهڙين ۾ مون پارڪ ٿيل گاڏين تي ڏاڍي تيزيءَ سان نظر گهمائي. اسٽيشن جي ٻاهرين گيٽ وٽ گاڏي بينل هئي. گاڏي ۾ اڪيلو پليجو صاحب وينل هو. مون کيس ٻڌايو ته اسان وارا ماڻهو ملي ويا آهن. جڏهن جويري صاحب آيو ته ڪانئن موڪلائي اندر پيلٽ فارم تي آيم. چانهه جي اسٽال تان چانهه وٺي سرڪ پريندي ڳولهيندي ڳولهيندي پنهنجي ٽولي وٽ پهتم.

اسان کي دير ٿي وڃڻ ڪري ادي نظير کي الاهي تڪليف اچي وئي هئي. ذري گهٽ روئڻهارڪي هئي. سيني جو سامان اسٽيشن تائين آٽو پيو هئس. منهنجو سامان پيڪ ٿيل هو ۽ صبح جو ئي مون کيس منٿ ڪري ڇڏي هئي ته جڪڏهن مان ٽائيم تي نه پهچان ته ڪمرا خالي ڪرائڻ وقت منهنجي سامان جو خيال ڪجو. حالانڪ مون به فقط خيال ڪرڻ جو چيو هو، اسٽيشن تائين پهچائڻ جو نه (چاڪاڻ ته اسان کي اينري دير ٿي وڃڻ جي اميد ڪو نه هئي.) باقي بين مان ڪن جو سامان پيڪ ٿيل به ڪو نه هو. سو به ادي نظير کي پئڪ ڪرڻو پيو هو. ظاهر آهي ته الاهي تڪليف اچي وئي هئس. مون کي ته الائي جو ڪنهن کي Sorry چوڻ اصل به صحيح ناهي لڳندو. حالانڪ اها اخلاقيات جي تقاضا آهي. پر مونکي ائين لڳندو آهي ته ماڻهو Sorry ڪري پنهنجي تسليءَ لاءِ ٿو ڪري.

ادي نظير کي به شاباس هجي جو اسان جا افعال ڏسي پاڻ ئي چيائين ته ظاهر آهي ته توهان سان به ضرور ڪو مسئلو ٿيو هوندو. عام طور تي واپسي جو سفر ڏاڍو ٿڪائيندڙ هوندو آهي پر اسان جي الائي منهنجي واپسي به سني ۽ هشاش بشاش ٿي پهرين رات يعني 2004-1-22 تي اسان هڪ ٻئي کان ٿورو ڪنجي ويونسين جو سيٽون گڏيل ڪو نه مليون. اسان به هرو پرو گڏ ويهڻ لاءِ ASR وارن کي پريشان ڪرڻ ڪو نه پئي چاهيو، جو اسان کي خبر آهي ته وڏين ڳالهين ۾ ڪي گهٽ وڌايون ٿيڻ معمولي ڳالهه آهي. هونئن به شروع کان ASR وارن به اسان مان اها ئي توقع پئي رکي ته سنڌياڻي تحريڪ واريون ڪنهن انتظامي گهٽ وڌائي کي مسئلو نه بڻائينديون.

اسان جي مثبت رويي جي ڪري انهن به اسان سان ڏاڍو سٺو وهنوار ڪيو. خاص ڪري ادي شمع پٽي جي واپسي جو هنگامي بنيادن تي جيئن بندوبست ڪيائون اهو قابل تعريف آهي.

2004-1-24 تي ڏڪيا ڏينهن پورا ٿيا ۽ اسان ڇهن کي ئي (ادي شمع پٽي جي بدران هاڻي مارئي پليجو اسان سان گڏ هئي.) گڏيل سيٽون مليون.

واپسي جي سفر ۾ به ڪيئي ماڻهو مليا. هڪڙي Feminest فوٽو گرافر مائي سنتوش ملي. ڏاڍي مضبوط هڏ ڪاٺ واري هئي. ڏکين ڏکين ۽ اوجين جابلو علائقن ۾ وڃي عورتن جون تصويرون ڪڍيون هئائين ۽ ڊيڪاريائين. کيس ڪيئي ايوارڊ به مليل هئا. ڳالهائڻ جو لهجو ڪجهه سخت هئس. باقي هونئن باشعور هجڻ سان گڏ ڏاڍي سادي سودي هئي. لهجو به سخت شايد ان ڪري هجيس جو سنڌس علائقي جو لهجو اهڙو هوندو. هونئن به هر علائقي جي جاگرافيائي، موسمي ۽ معاشي حالتن جو ماڻهوءَ جي رهڻي ڪهڻي ۽ ٻوليءَ سان گڏ لهجي تي به اثر پوي ٿو. مائي ايڏي فيمنسٽ هئي جو مڙس کي ٻار ڄڻڻ کان نپ جواب ڏئي ڇڏيو هئائين. مون سنڌس مڙس جي ٻاري ۾ چيس ته ظاهر آ ته تنهنجو مڙس تنهنجي خيالن جو حامي هوندو، تڏهن ته هن تو سان شادي ڪئي آ. چڙي پئي. چيائين "تون ائين چو ٿي چئين هن مون سان شادي ڪئي آ، ائين چو نه ٿي چئين ته مون هن سان شادي ڪئي آ." دل ۾ آيو ته اهڙين ماين کي ته جيڪب آباد جهڙن علائقن ۾ اوطاق نهرائي ويهڻ گهرجي.

ڪنهن مزدور تنظيم جا ورڪر به ان

ٽرين ۾ هئا. سنتوش کي ۽ انهن مزدورن کي دهلي ۾ لهڻو هو. منهنجي انهن مزدورن سان ملاقات ان مهل ٿي جڏهن دهلي اچڻ واري هئي. انهن سان ڪچهري دوران مون کين سنڌ جا مسئلا ٻڌايا. ڪوڪرا پار سرحد کلڻ سان سنڌين کي جيڪي خدشا آهن، سنڌ ۾ پاڻي جي هيٺراڙي ڪوٽ ۽ ٻين مسئلن بابت ٻڌايو تہ پرسان ويٺل هڪڙي مسلمان مسافر چيو تہ توهان جي جدوجهدن جو تہ ڪو بہ نتيجو ڪونهي نڪتو. مون ان مسافر کي چيو تہ پهرين ڳالهہ تہ نتيجو ضرور نڪرڻو آ. ٻي ڳالهہ تہ نتيجو نہ نڪرڻ جو خوف دل ۾ ويهاري، هٿ هٿ تي رکي ويهي رهڻ بہ تہ صحيح ڪونهي. پوءِ انهن مزدورن ٻڌايو تہ اسان 20 سالن کان وڏيڪ عرصي تائين پرائيويٽ مزدورن جي پينشن جي حقن لاءِ جدوجهد هلائڻ ڪانپوءِ ئي اهو حق حاصل ڪري سگهيا آهيون.

مون پڇين، هارين جي پينشن لاءِ بہ ڪو بندوبست آهي يا نہ. ٻڌايائون تہ اها ڳالهہ بہ زير بحث آهي پر هارين جي معاملي ۾ اهو مونجهارو آهي تہ پينشن لاءِ پئسا ڪٿان اچن. مزدورن جي پينشن لاءِ تہ ڪنسٽرڪشن ڪمپنين کي هر پراجيڪٽ مان 5 سيڪڙو رقم مزدورن جي پينشن جي مد ۾ سرڪار وٽ جمع ڪرڻ لاءِ پابند ڪيو ويو آهي.

مون ڪائنن ڪيرالا رياست ۾ ڪافي عرصي کان هلندڙ ڪميونسٽ پارٽي جي حڪومت بابت پڇيو تہ ٻڌايائون تہ ٻين معامن ۾ تہ بهتر آهي باقي اتي جي معيشت صفا تباهہ ٿي وئي آهي. مون پڇين، سو ڀلا ڇو؟ ٻڌايائون تہ انهن نوان ڪارخانہ ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيا آهن. ايترو مس ٻڌايائون تہ دهلي اسٽيشن اچي وئي. ان ڳالهہ بابت وڌيڪ معلومات حاصل ڪري ڪو نہ سگهيم.

ائين ماڻهن سان خبرون چارون ڪندا، پنهنجو پاڻ ۾ تبصرا ۽ بحث مباحثہ ڪندا، امرتسر اسٽيشن کان اٽاري بارڊر- انڊين اميگريشن-پاڪستاني اميگريشن ۽ نيٺ لاهور پهچي وياسون.

لاهور پهچڻ شرط هڪڙي گرلس ڪاليج مان نڪرندڙ شاگردياڻين کي هيڊين وڏين چادرن ۾ ويڙهيل ڏسي، بمبئي جون پٽڻون شرٽون پهري موٽر سائيڪل هلائيندڙ ڇوڪريون ياد اچي ويون. توڙي جو مان مشرقي لباس جي بلڪل بہ مخالف ناهيان ۽ مون کي عورتن جون مشرقي ڊريسون الاهي وڻنديون آهن. هونئن بہ سلوار، چولي (سٽڻ - قميص) جو شان ئي پنهنجو آ. پر شاگردياڻين کي چادرن ۾ ويڙهيل ڏسي ائين لڳو ڄڻ قيدي هجن. آئون تہ گهر ۾ جڏهن بہ ٽانوَ ٻهاري ۽ رڌ پچاءُ ڪانپوءِ ئي لکڻ پڙهڻ توڙي ٽائيپ ڪرڻ جو ڪم ڪندي آهيان تہ رئو (گندي) لاهي ڇڏيندي آهيان. ڇو تہ رئو پائي ڪم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو لڳندو آهي. ظاهر آهي تہ اهي ماڻهو بہ هرويرو ڪوڙ ڪو نہ ڳالهائيندا هوندا جن جو خيال آهي پردي جي ڪري عورتن جون صلاحيتون متاثر ڪو نہ ٿيون ٿين. باقي مون حقير فقير جو تجربو تہ اهو ئي آهي تہ عام گهرو قسم جو رئو پائي ڪم ڪرڻ سان بہ منهنجي ڪارڪردگي تي اثر پوي ٿو. ڀلي ٻين جي ڪارڪردگيءَ تي اثر نہ پوندو هجي.

واگها بارڊر کان بس تي لاهور آياسون پئي تہ ASR وارن اعلان ڪيو تہ هوٽل تي هلي، فريش ٿي، ماني کائي پريس ڪلب لاهور هلڻو آهي اتي 4:00 وڳي نگهت سعيد خان پريس ڪانفرنس ڪندي. امر جا بندا بسن ۾ واڙجي وڃي پريس ڪلب پهتاسون.

پريس ڪانفرنس ڇڻ تہ هڪڙو ننڍڙو جلسو هو. نگهت سعيد خان بمبئي ويل سيني گروپن مان هر گروپ جي هڪڙي هڪڙي نمائندي کي سڏي پاڻ سان گڏ اڳيان ويهاريو ۽ ڪائنن ڳالهرايو. اسان جي گروپ مان ادي مريم پليجو کي سڏيائين. ادي مريم بمبئي جي احوال سان گڏ سنڌ جي پاڻي جي مسئلي تي پرزور نموني ڳالهايو.

ريفريشمينٽ لاءِ پريس ڪلب جي ڇت تي بندوبست ٿيل هو. کائڻ لاءِ مقدار توڙي ورائٽي جي خيال کان ايڏيون گهڻيون ۽ ڳريون شيون رکيل هيون جو منهنجو حيرت ۾ وات ڦاٽي ويو ۽ ان وات ڦاٽل حيرت مان ئي ASR جي هڪڙي ورڪر کان پڇيم تہ هي ايڏيون شيون؟! چيائين "يي صحافي هين اور وو بهي لاهور کي صحافي." دل ۾ سوچيم تہ هي لاهور جا صحافي آهن يا پوليس وارا. اتان مارئي پليجو اسان کي کنيي ڪٺي هلي لاهور جي انار ڪلي مارڪيٽ پهچايو. ٻين کي تہ مڙيئي ڪوڙي سچي خريداري ڪرڻي هئي باقي آئون انهن جو پيچ ٿيو سندن پويان هلي دوڪان جي در تي بيهي ٿي رهيم.

بمبئي ۾ بہ اتان جي سنڌين طرفان سنڌويون ۾ مليل دعوت تان واپسي مهل هڪڙي دوڪان تان ٻين ساڙهيون پئي خريد ڪيون. آئون ٿورو پريرو بيٺي هيم تہ دڪان واري سڏ ڪري چيو "باجي آپ بهي آئين نہ" مون چيس "شڪر ڪر تہ مان ٻاهر آهيان. اندر ايندم تہ انهن کي بہ بيهڻ ڪو نہ ڏيندم."

لاهور ۾ مارئي پليجو جي گڏ هجڻ ڪري اهو ٿيو جو شاليمار باغ بہ گهمي ورتوسون. ادي نظير ۽ مارئي جي ڪئمرائن جا فليش بہ پاڻ تي هٽاياسون. انارڪلي سان گڏوگڏ لبرٽي مارڪيٽ بہ گهمي ورتوسون ۽ لبرٽي مارڪيٽ مان متاثر ٿي مون بہ شاپنگ ڪري ورتي.

سائنس چوي ٿي تہ هر عمل جو رد عمل ٿيندو آهي. سو اسان جي گهمڻ ڦرڻ واري عمل جو رد عمل اهو ٿيو جو پويان ASR وارن اسان جي حيدرآباد واپسي لاءِ ٽن جي بڪنگ نائيٽ ڪوچ ۾ ۽ ٽن جي عوامي ايڪسپريس ۾ ڪرائي ڇڏي. اسان بہ گهمي ڦري ايڏو دير سان آيونسين جو ساڻن پاڻي ولوڙڻ جهڙو بحث مباحثو بہ ڪو نہ ڪري سگهيونسين.

نائيٽ ڪوچ ۾ اسان جون بہ ڪراچي جون ۽ هڪ حيدرآباد جي سيٽ هئي. مارئي ۽ ادي مريم کي ڪراچي وڃڻو هو، انهن سان حيدرآباد واري سيٽ تي مان آيم. باقي ادي ساران، ادي نظير ۽ ادي پدو عوامي ايڪسپريس ۾ آيون. ڪلاس تہ انهن جو بہ لوئر اي سي هو پر پهچڻ ۾ ٽائيم عوامي قسم جو لڳن، يعني اسان اٽڪل 15 ڪلاڪن ۾ لاهور کان حيدرآباد پهتيونسين ۽ هو 24 ڪلاڪن ۾.

هتي هر ڪو پڇي تہ بمبئي ۾ ڪٿي ڪٿي گهمڻ ويئُ؟ اسان جو جواب هو "جوهو بيچ" (سمنڊ ڪناري) ڪانسواءِ ڪيڏانهن بہ نہ. پر ان جو اسان کي ڪو ڏک بہ ڪونهي. جو اسان کي WSF ۾ جيترو مزو آيو ۽ جيترا تجربا ٿيا، اهي شايد ٻين تفريح گاهن تي وڃي تفريح ڪرڻ سان نہ ملن ها. پر ان ڳالهہ مان ڪنهن بہ ماڻهو کي اهو مطلب نہ ڪڍڻ گهرجي تہ تفريح گاهن تي وڃڻ فضول آهي. ماڻهو جڏهن بہ نون ملڪن ۽ علائق ۾ وڃي تہ جيترو بہ ممڪن ٿي سگهي اوترو گهمي ڦري مزا وٺي.

اسان کي تہ ٻن مان هڪ جي چونڊ ڪرڻي هئي. گهمڻ ڦرڻ يا WSF جو ميلو ۽ پروگرام ڏسڻ. سو اسان WSF جي چونڊ ڪئي ۽ خوشي آ تہ اسان WSF جي ئي چونڊ ڪئي.

(نوٽ": ليکڪا سنڌياڻي تحريڪ جي مرڪزي جنرل سيڪريٽري آهي)

